# چوليون پوليون سمنڊ جون

شيخ اياز



هڙئي حق مصنف وٽ هئيڪا

پهريون ڇاپو: آڪٽوبر ١٩٩٣ع
تعداد: هڪ هزار
ملهه: ١٥٠ رپيا
ڪمپوزر: آزاد ڪميونيڪيشنز
ڇپائيندڙ: حوري نوراني
مڪتبہ دانيال، وڪٽوريہ چيمبر ٢
عبدالله هارون روڊ، ڪراچي
ڇپيندڙ: ذڪي سنز ڪراچي.

# انتساب

موتي پرڪاش ۽ ڪلا پرڪاش

جي نالي.

مون چاهيو ٿي ته اوهان کي

پنهنجو بهترين ڪتاب ارپيان،

سو اڄ هي ڪتاب ارپي رهيو آهيان.

(شيخ اياز)

# فهرست

# مهاڳ

گذريل پنجن سالن ۾، مون ڏانهن نثر ۽ نظم من وسلويٰ وانگر آيو آهي. انهيءَ وقت ۾ مون جي ڪتاب لکيا آهن، اُنهن مان 'اُڀر چنڊ، پَس پرين'، 'هينئَڙو ڏاڙهونءَ گل جئن'، 'ڪتين ڪَر موڙيا جڏهن' ٻاگو ڦهريون ۽ ٻيو (ٻاگو ٽيون ٻه ذري گهٽ تيار آهي) 'ننڊوليُون'، 'سر لوهيڙا ڳِپيا' ٻاگو ڦهريون (ٻيو ٻاگو پريس لاءِ تيار آهي)، 'ڏيئا ڏيئا لاٽ اسان'، 'سورج مُکيءَ سانجهه' ۽ زير نظر ڪتاب 'ڇوليون ٻوليون سَمنڊ جون' ڇپجي چڪا آهن. ٻيا ڪتاب جن کي مون لکي ترتيب ڏني آهي، اُهي آهن 'چَنڊ- ڳليون' (جن ۾ ٻه سو کان وڌيڪ ترائيل آهن) ۽ 'ڪاريون ڏاريون رات جون'، 'اولڙا'، 'اکين ننڊ اُجهي' 'جَر- ڏيئا جهمڪن'، 'ڇانو- ڪِپر' ۽ 'ڪارونڀار ڪڪر' آهن، جي نثري شاعري ۾ منهنجا اصلوڪا ڪتاب آهن ۽ ڏهه ڪتاب 'موکيءَ مَٽ اُپٽيا' ۽ ٻين نالن سان آهن، جي مون پنهنجن نوٽ- ٻُڪن تان اُتاريا آهن ۽ جن ۾ ڪي اصلي نگارشون ۽ ڪجهه ترجما آهن. مون کي ڪنهن دوست چيو ته تنهنجن اُٺويهن سٽن کان سواءِ، ڪجهه نثري نظم ۽ هائڪو ٻه ترجما آهن. مون هن کي چيو ته مون کي اُنهن جو فوٽو ڪاپيون موڪلي ڏي ته مان وضاحت ڪري ڇڏيان ڇو ته جڏهن مٿيون اُٺويهه سٽون ترجمو ڪيون ويون هيون، تڏهن اهي ٽورا نثري نظم ۽ هائڪو ٻه ڪيا ويا هوندا ۽ مان اصل مصنف جو نالو ڏيڻ ڀُلي ويو هوندس. دراصل منهنجيءَ ٻي ڪنهن ٻه صنف ۾ اهڙي هڪ ٻه سٽ نه آهي جا ڪنهن جو ترجمو هجي. جنهن شاعر هڪ لک کان وڌيڪ سٽون لکيون هجن، اُن لاءِ اِها ڪا وڏي ڳالهه نه آهيٌ. مان بيدل دهلوي، غالب، اقبال ۽ خود شاهه لطيف ۽ ٻين ڪيترن ئي شاعرن ۾ اهڙا توارد جا مثال ڏيئي سگهان ٿو، جي سَرقي وانگر لڳن

تا . بهر صورت متي ذڪر ڪيل ڪتابن ۾ "موڪيءَ مٽ اُپتيا" وارن جلدن کان سواءِ، ٻي ڪنهن به ڪتاب ۾ هڪ سٽ به ترجمو نه آهي. مون اِهي ترجما تڏهن ڪيا ها جڏهن مان وائيس چانسلر هوس ۽ مون کي ڏات ڏنءُ ڏئي وئي هئي.

هن وقت مان پنهنجا سنڌ، پاڪستان، بنگلاديش ۽ هند جا سئر سفر ۽ يادگيريون لکي رهيو آهيان، جن جا سادا چار سَوُ صفحا اڳ ئي لکي چُڪو آهيان ۽ اٽڪل هڪ هزار صفحا اڃا لکڻا آهن. اهي سفر مون جمال ابڙي ۽ ٻين دوستن سان گڏجي ڪيا ها . اهو ڪتاب دراصل سفر در سفر جو مثال آهي ۽ اندريون سفر ٻاهرين سفر کان **زياده اهم** آهي.

مان اُنهن شاعرن مان آهيان، جن لاءِ پٽائي چيو هو:

سَرتيون جي مون وِسهو، ننڊَ نه هيريو نيڻ
جوين ٻه تي ڏينهڙا

امير خسرو، پنهنجي پير و مُرشد خواجه نظام الدين اوليا کي ساريون راتيون عبادت ۽ رياضت ڪندي ڏٺو هو، جنهن ڪري خواجه صاحب جون اکيون صبح جو خُماريل هونديون هيون. اِن تي 'امير خسرو' چيو هو:

تو شبانه مي نمائي به بَرِڪه بُودي اِمشب
ڪه هنوز چشم مَستَت اثر خُمار دارد

(ترجمو:- تون اڄان ننڊاڪڙو ٿو لڳين، رات ڪنهن جي ڇاتيءَ تي ليٽيل هئين، جو اڃا تائين تنهنجي مست اکين ۾ خمار جو اثر آهي.)

هي ڪتاب لکندي منهنجي به اها حالت هوندي هئي ۽ رات جي ڏهين بجي کان وٺي، صبح جي پنجين بجي تائين سانده ڏهه پندرنهن نظم لکي، پورا ڪندو هوس. اُنهن ۾ سِٽ جي اندرين ترنم تي وڌيڪ ڌيان ڏنو ويو آهي. شايد اوهان کي ٻي ڪنهن شاعريءَ ۾ ايترو ترنم ملي ۽ جي ملي ته مون کي اهڙو اطلاع ڏيو ته اوهان جو احسان مند رهندس.

مون گذريل ڇهن سالن ۾ ايتري تيزيءَ سان لکيو آهي، جو مون کي پنهنجي شعر جي هڪ سٽ به ياد نه آهي. جڏهن مون کي ڪوئي پنهنجو آٽوگراف بُڪ پيش ڪندو آهي تڏهن هن کي ڪجهه نثر ۾ لکي ڏيندو آهيان. ٻيو ته جڏهن کان وَن يونٽ ٽٽو آهي، مون مشاعرن ۾ پڙهڻ ڇڏي ڏنو آهي. (مان گهٽ ڪري هڪ شاعر جو مُشاعرو هوندو هوس، جو تي

چار ڪلاڪ ساندھ هلندو هو.) رڳو چار سال اڳ مان موتي پرڪاش جي دعوت تي انگلينڊ مان پاڪستان ايندي دُبئي ۾ لٿو هوس. شارجا ۾ ڪجھ دوستن جي فرمائش تي مون پنهنجي ڪتاب 'ٻَڙ جي ڇانو اڳي کان گهاٽي' مان ڪجھ نظم هنن کي پڙهي ٻُڌايا ها. جوانيءَ ۾ مان ميز ڪرسيءَ تي ويهي، شعر ڪڏهن به نه لکندو هوس. ڪڏهن شڪارپور ۾ شاهي باغ، چَوڏڳي يا ريل جي بند تان ويندي، شعر پاڻ ئي مُنهنجي من ۾ جُڙي ويندو هو ۽ ڪيترائي ڏينهن مون کي ياد رهندو هو. ۽ جڏهن مان چاهيندو هُيس، تڏهن اهو نوٽ بُڪ ۾ لکي ڇڏيندو هيس. مان هر روز پنيرڪي کان اڳ اُٺي، شاهي باغ ۽ شڪارپور جي ٻين باغن جا چڪر ڏيندو هوس، جي الف شاه جي مقبري کان ٿوري پنڌ تي هوندا ها ۽ شام جو ريل جو بند وٺي ڪيئي ميل پنڌ ڪندو هوس. اهڙيءَ طرح چاندوڪين راتين ۾، شڪارپور جي ريلوي اسٽيشن کان ڪجھ پري رستم ڳوٺ تائين ويندو هوس. شام جو ڪنهن وقت منهنجا همعصر شاعر لعل محمد لعل، مرحوم نعيم صديقي ۽ مرحوم احسان بدوي گڏ هوندا ها ۽ رات جو مون سان منهنجا ٻه دوست مرحوم جمال صديقي ۽ غلام قادر مطلباڻي (معلوم نه آهي ته قيدحيات ۾ آهي يا نه!) گڏ هوندا ها ۽ ريلوي اسٽيشن کان ڪجھ پري، سياري جي چاندوڪين راتين ۾ خانه بدوشن جا قافلا ڏسندا هياسين، جي اسٽيشن کان ڪجھ پنڌ تي پَڙاءُ هڻندا ها، ۽ اُنهن جون ريتيون رسمون جاچيندا هياسين، اُنهن جون سڊول عورتون ڏسندا هياسين ۽ رات جي هڪ وڳي تائين انهن جا روماني گيت ٻُڌندا ۽ ناچ ڏسندا هياسين. اُنهن ۾ ڪي جوڳي به هوندا هئا ۽ گهڻو ڪري اُهي خانه بدوش سنڌ جو قديم قومون ڀيل، ڪولهي ۽ مينگهواڙ هوندا ها. منهنجي نوجوان دوست انور فگار هڪڙي مون کي هڪ نظم جي فوٽو ڪاپي موڪلي آهي جو مون اُنهن خانه بدوشن تي لکيو هو ۽ غالباً سنڌو رسالي ۾ ڇپيو هُيو. اُن جي پهرين سٽ آهي:

خانه بدوشو ٿا نيو، ڪيڏانهن آخر قافلو؟

جڏهن مان شڪارپور ۾ پڙهندو هوس، تڏهن گهٽ ۾ گهٽ ڏھ ٻارنهن ميل پنڌ روز ڪندو هوس، ۽ اجا تائين منهنجون پنيون ايئن لڳنديون آهن ڄڻ رُڪ جو ٺهيل آهن. روز هڪ ٻه غزل منهنجي دماغ ۾ تيار ٿي

ويندا ها، جيڪي اُن جي ته خاني ۾ حفاظت سان رکيل هوندا هئا جيستائين مهينو اڌ پوءِ مان اُنهن کي لکي ڇڏيندو هيس. ڪراچيءَ ۾ به منهنجي ساڳي ڪيفيت هوندي هئي جڏهن مان اُتي تعليم پرائيندو هوس ۽ گهڻو ڪري لوَرس برج (Lover's Bridge) (جنهن جي اڳيان هاڻي شيرٽن هوٽل آهي) تان ٽي سڌو نيٽوجيٽيءَ ۽ ڪياماڙيءَ تائين ويندو هوس. اِن پنڌ ۾ منهنجو دوست اَرجن شاد مون سان گڏ هوندو جو هاڻي بمبئي جو مشهور شاعر آهي ۽ جنهن کي ساهتيہ اَڪادمي انعام ۽ مهاراشٽرا سرڪار جو انعام مليو آهي. مان جڏهن هن کي پنهنجا سوين شعر حافظي مان ٻُڌائيندو هوس. تڏهن هو حيران ٿي ويندو هو. مان ڪارادر وٽان ريشم کي گهران ڪٽي، هن سان گڏ نيٽوجيٽيءَ ويندو هوس ۽ اُتان مَندر ٻاهران آڪا وٺي، اسان ٻئي بيٺل سمنڊ ۾ مڇين کي وجهندا هئاسين، يا ڪجھ پنڌ تي سمنڊ جي ڪناري تي بيٺل ٻيڙيءَ تي وڃي ويهندا هئاسين، ۽ ڳالهيون ڪندي، پاڻي ۾ لهندي سج جو منظر ڏسندا هئاسين. جڏهن مان اڪيلو ڪلفٽن يا ڪياماڙيءَ ويندو هيس ته منهنجي دماغ ۾ ڪيئي شعر جُڙي ويندا هُيا، جي ڪافي ڏينهن ڪان پوءِ مان لکي ڇڏيندو هوس. مون ڪيئي نظم برنس گارڊن (هاڻي اُتي ميوزيم ٺاهيو ويو آهي) ۽ گانڌي گارڊن ۾ (جنهن کي هاڻي جناح باغ ٿا چون) جوڙيا ها. اُنهن جا ٽي مجموعا ها، هڪ جو نالو 'خواب و خيال' هو ۽ ٻين جا نالا وسري ويا آهن. هڪ ڀيري مان شڪارپور ڪان ڪراچيءَ ريل ۾ اچي رهيو هوس ۽ پنهنجا سمورا ڪتاب ٻن لوھ جي پيٽين ۾ وجهي پاڻ سان کنيا هينم. اُهو ٻي مهاڀاري لڙائي وارو زمانو هو ۽ مان ٿرڊ ڪلاس ۾ سفر ڪري رهيو هوس. گاڏيءَ ۾ پيھ ۽ گپاگيھ لڳي پيئي هئي ۽ مان گاڏي ۾ رات جي ٻي وڳي تائين بيٺو هوس. اوچتو هڪ اسٽيشن تي ڪوئي مسافر سيٽ خالي ڪري لهي ويو ۽ مان اُن تي ويهي رهيس. ٿڪ سبب مون کي اک لڳي ويئي ۽ ڪينٽ اسٽيشن تي جاڳ ٿي. مون ڏٺو ته منهنجون ٻئي لوهي پيٽيون ڪونہ هيون جي ڪوئي شاهينگ ڳريون ڏسي، ٽڪائي ويو هو. اُنهن ۾ منهنجا هڪ هزار صفحا گيت، غزل ۽ نظم به هئا، جن مان ڪي ٿورا مختلف رسالن ۾ ڇپيل ها، جي مون پوءِ 'پونر ڀري آڪاس' ۾ شامل ڪيا هُيا. هڪ ڳالھ جنهن جو مون اعتراف ڪٽي نہ

ڪيو آهي، اُها آهي شاگردي واري زماني ۾ سائيڪل تي آواره گردي، جا مان فريئر روڊ ۽ گاڏي ڪاتي جي آس پاس ڪندو هوس. تن ڏينهن ۾ شام جو ڪجھ ماڙن ۾ بجليءَ بتيون ٻرنديون هيون، ۽ ڪجھ ۾ لالٽين ۽ ڏيئا ٻرندا هيا. مان ڪنهن نہ ڪنهن ماڙي هيٺان سائيل کي ڪُلف ڏئي مٿي چڙهي ويندو هوس ۽ اُن ۾ ڪنهن نہ ڪنهن فليٽ جو در کڙڪائيندو هوس. جڏهن در کلندو هو ۽ ڪائي هندو ڇوڪري منگالي تي ماني پچائيندي نظر ايندي هئي تڏهن مان هن کان پڇندو هوس تہ فلاڻو هتي ٿو رهي ڇا؟ منگالي ۾ ٻرندڙ ڪوئلن جي روشني ۾ مون کي هن جو چهرو ڏاڍو وڻندو هو، خاص ڪري جڏهن هوءَ حيرت مان مون کي ڏسي چوندي هئي تہ هي فلاڻي جو گهر تہ نہ آهي! اُن کان پوءِ ٻيءَ ڪنهن فليٽ تي ٺڪ ٺڪ ڪري، ساڳيو سوال پڇندو هوس، ساڳو منظر نظر ايندو هو ۽ ساڳيو جواب ملندو هو. ٽيهارو سال پوءِ مون اها ڪيفيت پنهنجي سنگيت ناٽڪ 'ڀڳت سگھ کي ڦاسي' ۾ سُڪديو جي ڪردار ۾ اظهاري هئي.

مون کي اُردو ۽ فارسي شاعري لاءِ غيرمعمولي حافظو هوندو هو. جڏهن آنءُ پنجين درجي انگريزيءَ ۾ پڙهندو هوس تڏهن مون کي نہ رڳو ديوان حافظ، رباعيات خيام، ديوان غالب ۽ علامہ اقبال جا بانگ درا، بال جبريل، ضرب ڪليم ۽ پيامِ مشرق ۽ شاهہ سچل ۽ ساميءَ جا ۽ ٻيوس جا سمورا ڪتاب ياد هوندا هئا، پر نثر ۾ سعديءَ جو سارو گلستان بہ ياد هوندو هو. ڪافي وقت پوءِ، جڏهن ون يونٽ خلاف تحريڪ هلائيندي مون پنهنجي شاعريءَ کي سياسي مقصد لاءِ استعمال ڪيو هو تڏهن اها مون کي ايترو ياد ٿي وئي هئي جو جي- ايم سيد جي سالگره تي مون پنهنجي ساري آپيرا 'دودي جو موت' اٽڪل پنجاهہ هزار ماڻهن جي سامهون پنهنجي حافظي مان پڙهي هئي ۽ اي- ڪي- بروهي جو منهنجي پرسان اسٽيج تي ويٺو هو تنهن مون کي منهنجي حافظي تي داد ڏيندي چيو: "اياز، مان سمجهندو هوس تہ سنڌ ۾ منهنجو حافظو هر ڪنهن کان تيز آهي پر تنهنجو حافظو مون کان بہ تيز آهي." مرحوم علي محمد راشدي جو مرحوم خانبهادر کهڙي پرسان ويٺو هو تنهن منهنجي پُٺي ٺپيندي چيو هو: "سنڌ کي اهڙي شاعريءَ جي ضرورت هئي".

هڪ ڀيري سال ٦٣ ۾ مان ۽ رشيد ڀٽي، سڳن آهوجا، موهن ڪلپنا

۽ ٻين اديبن جي دعوت تي ڪلياڻ ڪئمپ ۾ ويو هوس. رات جي مانيءَ کان پوءِ ١٠ بجي اسان سڳن جي گهر جي ٻاهران پڌر ۾ وڇايل گلم تي چاليهارو ڄڻا وڃي ويٺا هئاسين جن ۾ سُندري اتمچنداڻي، گيتا راج، مايا راهي ۽ ٻيون عورتون بہ شامل هيون. گلم پٽ تائين پٿاريل هو ۽ پٽ سان ٽيڪ لاءِ وهاڻا رکيا هيائون. مان اتي رات جي ڏهين بجي کان صبح جي ڇهين بجي تائين زباني شعر پڙهندو رهيس. اهڙا ڪلياڻ ڪئمپ جا مون وٽ فوٽا بہ آهن. ان تي موهن ڪلپنا مون کي ڏاڍي پيار سان چيو هو: "اياز، تنهنجي ڪويتا ٻُڌي مون کي راڻي پرتاپ جي زندگي مان هڪ واقعو ياد آيو. راڻو پرتاپ ڪنهن مهم تي ويل هو ۽ ڪنهن کي معلوم نہ هو تہ هو چتور جي قلعي ۾ موٽي آيو آهي. اوچتو ڪنهن پوڙهي راجپوت پنهنجي پٽ کي چيو تہ راڻو موٽي آيو آهي ۽ قلعي ۾ آهي. هُن جي پٽ حيرت مان ڪائنس پڇيو 'ابا، توکي ڪيئن معلوم ٿيو تہ راڻو قلعي ۾ موٽي آيو آهي؟' جنهن تي پيءُ وراڻيو: 'تو تلوار جا سانده ست زيڪا ٻُڌا' جڏهن هن جي پٽ هائو ڪندي ڪنڌ ڌوڻيو تڏهن هن جي پيءُ چيو: سانده ست ڀيرا ايتري زور سان تلوار جا زيڪا فقط راڻو ئي تہ ڪري سگهندو آهي. اياز! ايتري رواني‌ءَ ۽ جوش سان سانده ستر ڀيرا نظم فقط تون ئي پڙهي سگهندو آهين." منهنجي شاعريءَ لاءِ اهڙي زوردار ۽ خوبصورت تشبيهہ ڪنهن اڃا تائين نہ ڏني آهي.

دراصل منهنجو حافظو رڳو شعر و ادب جي باري ۾ تيز آهي. ماڻهن ۽ جاين جا نالا، واقعن جون تاريخون، ٽيلي فون نمبر، ائڊريسون، ماڻهن جا چهرا وغيره مون کي ياد نہ رهندا آهن. ايئن سکر ۾ بہ جڏهن مان وڪالت ڪندو هوس تڏهن يا گهر جي ڇتين تي چڪر ڏيندو هوس ۽ سنڌوءَ جي ڇولين ۾ چنڊ کي ڏسندو هوس يا گهر کان ليوڪس پارڪ تائين چڪر ڏيندو هوس ۽ ڪيئي شعر ان وقت جوڙي وٺندو هوس. پنهنجي شاعري جو مجموعو 'ڪپر ٿو ڪُن ڪري' مون سکر جيل ۾ ذري گهٽ ويهي لکيو آهي پر اُتي بہ گهمندي ڦرندي شعر منهنجي دماغ ۾ جُڙي ويندا هئا.

ننڍي هوندي صبح جو ڇئين بجي ڪوئي منگتو اسان جي گهر ٻاهران سئن هڻندو هو ۽ منڙي لات ڪندو هو "پکي لات لنون"، اِهو ست جو پويون اڌ هوندو هو، پهريون اڌ شايد "اسر وِير اٿي" هو پر مون کي

پوري، طرح ياد نٿو اچي. جڏهن مون لکيو هو ته:

"هي سٽن نه ڏينديي چٽن، اُتي ڏس ڪوئي آيو آ پيارا" تڏهن مٿيون منظر منهنجي اکين اڳيان اُڀري آيو هو.

ڪيئي سال اڳ مان انگريز شاعر ۽ نقاد اسٽيفن اسپينڊر (Stephen Spender) جو مضمون 'نظم جي تخليق' (The making of a poem) پڙهيو هو، جنهن ۾ هن انهيءَ ڳالهه تي زور ڏنو هو ته شاعريءَ جي تخليق ۾ شاعر جو حافظو اهم ڪردار ادا ڪري ٿو. ان مضمون ۾ هُن چيو آهي ته جڏهن اطالوي شاعر ڊانٽي نون سالن جي عمر جو هو تڏهن هو پنهنجيءَ محبوبه بئيٽرس (Beatrice) سان مليو هو. ۽ انهيءَ علامت پوءِ هن جي شاهڪار 'مقدّس طربيه' (Divine Comdey) جو روپ ورتو هو. هن وڌيڪ چيو آهي ته وردس ورٿ جي فطري شاعريءَ جو پس منظر به اهي فطري نظارا آهن جي هن ننڍي هوندي ڏٺا ها ۽ پوئين عمر ۾ هن ليڪ ڊسٽرڪٽ (Lake District) ۾ رهڻ جو فيصلو ان سبب ڪيو هو جو هن انهن ننڍ پڻ جي احساسن ڏانهن موٽڻ ٿي چاهيو جي هن کي اتي ٿيا ها.

ساڳيءَ ريت مون ڪيئي ڀيرا چاهيو آهي ته شڪارپور ڏانهن موٽي وڃان. جڏهن منهنجو پٽ انيس ويهن ورهين جي عمر ۾ شڪارپور ميونسپالٽيءَ جو ائڊمنسٽريٽر ٿيو هو تڏهن مون هن کي چيو هو ته شاهي باغ جا سڀ وڻ ڏوئاري جي هن پوءِ فائربرگيڊ جي مدد سان ڌوئاريا ها. جڏهن مان شاهي باغ ويو هوس ته بيگاري واهه سڪي چُڪو هو، جنهن جي پاڻيءَ ۾ اسان ٻڙ جي لامن تي لڏي پاڻي ۾ ٽپا ڏيندا هياسين. مان تمام چڱو تارون هوندو هوس ۽ جڏهن ڪراچيءَ ۾ نيٽوجيٽيءَ تي ويندو هوس تڏهن ڪڏهن روشن کي ڏاڪڻ وٽ ڇڏي سِومنگ سوٽ پائي سمنڊ ۾ ٽري ٻي پار ٻيٽ کي هٿ لائي موٽي ايندو هوس. ايئن ننڍي بيگاريءَ، وڏي بيگاريءَ، سنڌ واهه جون يادگيريون شاعريءَ ۾ نوان رنگ روپ وٺي آيون آهن. هونءَ هن زير نظر ڪتاب ۾ خاص طور سمنڊ مون لاءِ ابد ۽ موت جي علامت آهي.

فرينچ شاعر پال وئليري (Paul Vallery) چيو هو ته:

One line is given to the poet by god or by nature, the rest he has to discover for himself

(ترجمو: هڪ سِٽَ خدا يا قدرت شاعر کي عطا ڪري ٿي. باقي سٽون هن کي پاڻ ڳولي لهڻيون آهن.)

دراصل مون سان ائين نہ آهي. مان چانڊوڪي رات ۾ ڪئينس روڊ سکر واري گهر تان ساڌ ٻيلي ڏانهن ڏسي رهيو هوس تہ 'رات آئي وئي، تون نہ آئين ڪهي' واري ساري غزل جون سٽون مون ڏانهن ڪونجن جي وڳر وانگر آيون هيون ۽ انهن ڪٽي بہ پاڻ ۾ پرت نہ چني هئي. هاڻي تہ ڪتابن جا ڪتاب مون ننڊ مان اُٿي لکيا آهن. ڏهہ ڏهہ، پندرنهن پندرنهن نظمہ ساڳي وقت لکي ويندو آهيان. انهيءَ ڪاوش ۾ فقط منهنجو لاشعور ۽ تحت الشعور حصو وٺندا آهن، شعوري طرح تہ مان صبح جو انهيءَ شاعريءَ ۾ ٿورڙي ڦيرگهير ڪندو آهيان.

مون هميشہ سوچيو آهي تہ شاعري عمل واري زندگيءَ کان بي نياز هوندي آهي. هونءَ تہ جيڪي بہ عمل جي تيز رفتاريءَ ۾ مَحو آهن، اُهي اهمہ ماڻهو آهن پر اهي ايترا گهڻا آهن جو ان اقليت جي اهميت وڌي وڃي ٿي جا غور ۽ فڪر، علمہ ۽ ادب جي دنيا ۾ رهي ٿي. ڪجهہ شاعر ساهي مُنجهائي، ٿوري وقت ۾ علمہ ادب جا شاهڪار تخليق ڪندا آهن ۽ ٻيا درجي بدرجي تخليق ڪندا آهن، هڪ تحرير ڦاڙي ٻي لکندا آهن ۽ ڪافي دير سان ان کي آخري شڪل ڏيندا آهن. اقبال ڀَهرين مان هو ۽ فيض پوين مان آهي. اقبال ۾ آمد ئي آمد آهي، فيض ۾ آمد ۽ آورد جو ميلاپ آهي پر فيض جي آورد سنگ مرمر جي تراش خراش ۾ سُفيد شگفتگيءَ وانگر آهي.

موسيقيءَ ۾ اهي ٻہ مختلف ڌارائون اسان کي موزارٽ (Mozart) ۽ بيدووِن (Beethoven) ۾ ملن ٿيون. موزارٽ سمفينون، چؤٻولا يا چؤ مصرع (Quartets) ۽ اوپيرائن مان ڏيک يا ڇهڇٽا پنهنجي دماغ ۾ سوچي وٺندو هو. گهڻو ڪري هو مسافريءَ ۾ ائين ڪندو هو. جيئن مون شاهہ جي رسالي جو منظومہ اردو ترجمو ڪيو هو. پر ڪڏهن ڪڏهن هو تخليق وقت ضروري مسئلن سان دوچار هوندو هو. بيدوون پنهنجا ترجما ۽ اپياس (Themes) نوٽ بڪ ۾ درج ڪري ڇڏيندو هو جي هن جي ورسان رکيا هوندا هيا ۽ جن تي هو ڪيئي سال مشق ڪندو رهندو هو ۽ انهن ۾ اضافا ڪندو رهندو هو. هر جينيس کي پنهنجي منتهاتي رسائيءَ

لاءِ الڳ الڳ طريقا آهن موزارٽ جهڙو جينيس وڏيڪ تابان ۽ تجلي دار آهي
هن کي اهڙي نگاهه گهربي هئي جا جمالياتي تخليق ۾ فوراً پيهي وڃي ۽
اُهو نتيجو پيدا ڪري، جو ٻيا سالها سال ڪوشش ڪري پيدا ڪندا
آهن.

هن ٻيري مون تي شاعري ايتريءَ شدّت ۽ روانيءَ سان آئي آهي جو
ڪَپَر ڪنارا معدوم ٿي ويا آهن، ڪنهن ٻه شعوري ڪوشش جي
ضرورت نه پئي آهي ۽ لاشعور ۽ تحت الشعور ئي تخليق جو سرچشمو رهيو
آهي. ڪن شاعرن لاءِ ڪي نظم اهڙا هوندا آهن جو اُنهن کي لکڻ لاءِ،
پنهنجا ئي ساڳي موضوع تي لکيل ست اٺ نظم رد ڪرڻا پوندا آهن. اُهي
شاعر ڇڻ ته جاڪوڙ سان ٻَوَنڊ تان ڪوس کي ڇڪي، گهڙو ڀريندا آهن ۽
انهن ۾ درياهه جي رواني ته درڪنار، چشمي جي رواني ٻه ڪو نه هوندي
آهي.

شاعريءَ لاءِ خيال کي جائيتو ڪرڻ ضروري آهي، ايڪا گرتا ۽ ڌيان
کان سواءِ ڪويتا جي رچنا محال آهي. حيرت آهي ته جرمن شاعر شِلر ميز
هيٺان صوف لڪائي رکندو هو ۽ جڏهن اُهي ڪِنا ۽ باسي ٿيندا هئا،
تڏهن ٻرسان ڪُرسيءَ تي ويهي شاعريءَ جي تخليق ڪندو هو ۽ اُنهن
صوفن جي تِکي گند هن کي ڌيان لڳائڻ ۾ ڪارآمد ثابت ٿيندي هئي.
انگريز شاعر والٽر ڊي لاميئر (Walter de la Mare) چوندو هو ته جڏهن
هو شعر لکندو هو تڏهن هن کي سگريٽ جي ٻاڙ لڳندي هئي. آڊن چاءِ جا
ڪوپ پئيندو هو. اسٽيفن اسپينڊر جي ڪمزوري ڪافيءَ جا ڪوپ
هئي. اُردو ۽ فارسيءَ جا شاعر غزل گوئيءَ وقت شراب پيئندا هئا. اسرار
الحق مجاز ۽ جوش مليح آبادي ٺرو پيئندا هئا ۽ هنن جي باري ۾ مشهور
لطيفو آهي. ته هڪ دفعي جوش ۽ مجاز گڏجي پي رهيا ها ته مجاز جام تي
جام پيئندو ٿي ويو ۽ بس نه ٿي ڪيائين. جوش جيترو روز پيئندو هو،
اوترو پي چُڪو هو. (مان ٻانيان ٿو سچ لٿي کان پوءِ هو ورلي پيئندو هو)
هن مجاز کي صلاح ڏني، "ميان! گهڙي رکي پئيندو ڪر". مجاز ڪيس
يڪدم جواب ڏنو، "جوش صاحب! جيءَ ۾ ته اچي ٿو ته گهڙو رکي
پيئان." جگر مراد آباديءَ جون من مستيون ته مشهور هونديون هيون. هڪ
ٻيري هو غالباً علي ڳڙهه ۾ مشاعري ۾ پيتل آيو هو ۽ اتي غزل پڙهي وٺي

پيگو هو ۽ ماڻهو هن جي ڪڍ پڄندا ويا ها. جيستائين ڪنهن مجسمي وٽ بيهي، اُن سان سر ٽڪرائي هن چيو هو، ”تون ڪٿي آهين؟ تون مون کي ڇو ڇڏي وئي آهين؟“ جگر شراب به پيئندو هو ۽ شعر لکڻ وقت حقو به پيئندو هو. جنهن جي باري ۾ مون هڪ لطيفو اُدل سومري کي ٻُڌايو هو، جو هن منهنجي خاڪي ۾ ڇپايو آهي. اتفاق سان فيض جي دوست لُدميلا مون کي لينن گراڊ ۾ ملي. هوءَ ڪنهن جپاني شاعر سان گڏجي آئي هئي، جنهن سان هُن منهنجو تعارف ڪرايو. منهنجيءَ گائيڊ لينا اڳ ۾ منهنجو لدميلا سان تعارف ڪرائيندي چيو هو. ”لُدميلا فيض کي ووڊڪا يا وسڪيءَ جا جام ڀاهي ڏيندي هئي. جي هو ساري رات، ماني کان پوءِ به پيئندو رهندو هو ۽ هوش نه وڃائيندو هو ۽ جڏهن پيئندو هو ته شعر نه لکندو هو. باقي اهو دوستن کي ٻُڌائيندو هو.“

مون کي فيض جي اها خبر اڳ ئي هئي. ڪئي سال اڳ هو سکر جي ڪنهن ڊپٽي ڪمشنر جو مهمان هو. ون يونٽ وارو دؤر، مصطفيٰ زيديءَ وارو دؤر، اردو شاعرن لاءِ يادگار دؤر آهي. فيض سکر ۾ پيئڻ مهل مون کي هميشه نياپو موڪليندو هو. هن جا ميزبان گهڻو ڪري بيوقوف هوندا ها ۽ انهن کي نظرانداز ڪري، هو پيئندو به هو ۽ مون سان ادبي رهاڻ به ڪندو هو. هڪ ڀيري اسان ڏينهن جي ٻارهين بجي کان رات جي نوين بجي تائين پيئندا رهياسين، جنهن کان پوءِ ماني گڏجي کاڌي سين. فيض ڏاڍو اصرار ڪيو ته مان به هن سان گڏجي مشاعري ۾ هلان ۽ ڪجھ سنڌيءَ ۾ شعر پڙهان پر مون هن کي انڪار ڪندي چيو: ”فيض! مان مشاعري کي عبادت گاهه ۽ شاعريءَ کي عبادت سمجھندو آهيان. ٻيو ته مان ڪنهن به شاعر سان گڏجي هڪ يا ٻه غزل نه پڙهندو آهيان. جيئن ماسڪو ۾ لينن اسڪائر ۾ اِيوتو شينڪو ڪلاڪن جا ڪلاڪ پڙهندو آهي مان به ايئن پڙهندو آهيان. بهر صورت مان پي ڪري عوام اڳيان اچڻ نه چاهيندو آهيان.“

تنهن وقت مان سگريٽ به تمام گهڻا پيئندو هوس ۽ ايئن سمجھندو هوس ته سگريٽ ۽ وسڪي شاعريءَ لاءِ سازگار آهن. دراصل اها ڪنهن اَياڻي جي سوچ هئي، جا مون تائين پهتي هئي. ڪيئي سال ٿيا آهن جو مون سگريٽ ۽ شراب ڇڏي ڏنو آهي ۽ انهيءَ عرصي ۾ مون اُن وقت کان

ڏهه پيرا وڏيڪ لکيو آهي، جڏهن مان سگريٽ ۽ شراب پيئندو هوس. سگريٽ ۽ شراب نہ رڳو صحت لاءِ مضر آهن پر شاعري لاءِ سازگار بہ نہ آهن. نہ وري مان چانھ يا ڪافي شعر لکڻ وقت پيئندو آهيان. شاعري تہ خود هڪ نشو آهي. شعر جي آمد وقت مون کان وسري ويندو آهي تہ مون کي ڪوئي جسم بہ آهي. مون کي جذبات جي لنگر انداز ٿيڻ لاءِ نہ شراب جي ضرورت هوندي آهي ۽ نہ سگريٽ جي نہ چانھ جي نہ ڪافيءَ جي. جڻ منهنجو من ڪيلاش جي چوٽيءَ تي پهچي ويندو آهي ۽ سارا نشيب وفراز وساري ڇڏيندو آهي. شاعريءَ لاءِ مون کي ايئن ترسڻو نہ ٿو پوي جيئن بيدوون موسيقيءَ جي تخليق لاءِ ترسندو هو ۽ جي ايئن ترسڻو پوي ها تہ مان شاعري ڇڏي ڏيان ها ۽ جي ايئن نہ ڪري سگهان ها تہ خودڪشي ڪيان ها. پيءَ سٺ لاءِ انتظار مون لاءِ موت جي برابر آهي.

شاعر جيترو ڄاڻي سگهي، ڄاڻي. بقول سعدي 'هر ورقي دفتريست معرفت ڪردگار' شاعر لاءِ ڪوبہ موضوع اجنبي نہ آهي ۽ جيترو هن کي علم گهرو هوندو اوتري ئي گهرائي هُن جي شاعريءَ کي هوندي. اڪثر سنڌ جا محقق سطحي ڪافين جا قائل رهيا آهن جي رڳو جذباتي جڪ هونديون آهن. هيئيون شعر ڪنهن پيغمبر جي باري ۾ صحيح ٿي سگهي ٿو. باقي هن دؤر ۾ ڪنهن شاعر جي باري ۾ بي معنيٰ آهي:

نگار ماکہ بمکتب نرفت وخط نَنوِشت
بغمزه مسئلہ آموزِ صد مدرس شد

(ترجمو: اسان جو محبوب جيڪو مڪتب ۾ نہ ويو ۽ ڪجھ نہ لکيائين، پنهنجي غمزي سان سَوَ اُستادن کي مسئلا سمجهائي ويو)

اڄ ڪلھ هڪ سگهڙ تہ اُمي ٿي سگهي ٿو پر شاعر اُمّي نہ ٿو ٿي سگهي. ڪي سياستدان سُگهڙن کي استعمال ڪري پنهنجي مطلب کي سڌ ڪرڻ لاءِ آرٽ کي تلف تاراج ڪن ٿا. هي جيٽ جو دؤر آهي، دنيا سُسي وئي آهي ۽ مُلڪ هڪ ٻئي جي ويجهو اچي ويا آهن. پوريءَ دنيا جو ادب بين الاقوامي ٻولين ۾ ترجمو ٿي چڪو آهي. شاعر کي پراڻا ۽ نوان گهاڙيٽا سيئي اچڻ گهرجن ۽ هن ۾ ايتري انفراديت هجڻ گهرجي جو هو پنهنجا گهاڙيٽا گهڙي سگهي ۽ هيئت ۽ موضوع ۾ مطابقت ۽ هم آهنگي پيدا ڪري سگهي. هن کي ڪڏهن روايت کي ريتي، پنهنجي

وجدان تي پاڙڻ گهرجي. نہ وري هن کي عوام جي ساراهہ ۾ گلا جو خيال ڪرڻ گهرجي. عوامي شاعر سطحي ۽ وقتي هوندا آهن جيئن مرحوم جيب جالب هو. هو دور رس نگاهہ کان عاري هوندا آهن.

مون اڳ ۾ لکيو آهي ۽ هاڻ وري ورجايان ٿو تہ شاهہ لطيف عوامي شاعر نہ هو، جي عوامي شاعر هجي ها تہ هُن جون ايتريون تشريحون لکيون نہ وڃن ها. هن عوامي زندگي مان استعارا تہ ورتا آهن پر هن کي سمجهي رڳو خواص سگهن ٿا. هاڻ تہ مان انهيءَ راءِ جو آهيان تہ شاعري ۾ تحت الشعور ۽ لاشعور جو اظهار وڌيڪ آهي. ڪاش! هر شاعر کي ان اظهار تي عبور حاصل ٿئي ۽ ان ڳالهہ جي اظهار جي جرئت پيدا ٿئي. ان ۾ شڪ نہ آهي تہ ٻهراڙيءَ جي باري ۾ شاعري شهري شاعريءَ کان زياده اهم آهي. ١٩٩٠ع ۾ مصوّر وان گوگ جو سال ملهايو ويو جڏهن وان گوگ جي هڪ تصوير هڪ جپاني سرمائيدار ساڍن ٻياسي ملين ڊالرن ۾ خريد ڪئي. ان کان پوءِ آرٽ جي نقاد جو ڊِي سُنڊ (Judy Sund) هن تي هڪ مضمون لکيو، جنهن ۾ وان گوگ جو پنهنجي ڀاءُ 'ٿيو' ڏانهن لکيل خط مان هي ٽڪرو ڏنائين:

"جيڪي مصوّر ٻهراڙي جي زندگي يا اتي رهيل عوام جي زندگي جي باري ۾ تصويرون ڪڍن ٿا، توڙي اهي مصوّر پنهنجي دؤر ۾ اثرائتا نہ ٿا ٿين، پر اُهي اُنهن کان وڌيڪ پائيدار آهن جي ڪنهن غير جي حرم سرائن جون يا پوپ جي چونڊيل سيا جي مشيرن (Cardinals) جون تصويرون ڪڍن ٿا."

ان ۾ شڪ نہ آهي تہ پنهنجي ندائي غيبي ۾ يقين، جو عارفانہ حد تائين شديد ٿي وڃي ٿو، اهو شاعريءَ لاءِ وڏو سهارو آهي. شيڪسپيئر جي اڪثر 'سانيٽن' ۾ اهڙيون سٽون آهن جن مان ظاهر آهي تہ هن جو اَبد تائين پنهنجيءَ پايندگيءَ ۾ اعتبار آهي. اهو خود اعتماديءَ جو اظهار آهي، نرگسيت نہ آهي. شاعر هوندءَ بہ زندگي کي ناپائيدار ۽ شاعريءَ کي پائيدار سمجهندا آهن. صائب چيو آهي:

عندليبي کہ ز تعجيلِ بهار آگاهہ است
در شکر خَندِ گُل آوازهٔ رحلت شُنِود

(ترجمو: عندليب (بلبل) جنهن کي اها ڄاڻ آهي تہ بهار اُبهرو آهي،

اُها ڳالهه جي منڙيءَ مرڪ ۾ لاڏاڻي جو سڏ سُڻي ٿي.)

زندگيءَ جي اختصار ۽ فنا جو احساس، شاعر ۾ تخليق لاءِ بي پناهه تيزي پيدا ڪندو آهي. جيئن مائڪل اينجيلو سِسٽين چَئپل (Sistine Chapel) جي گنبد تي مصوريءَ ۽ صنم تراشيءَ لاءِ ڏينهن رات لڳاتار محنت ڪندو هو تيئن ڪي شاعر شاعريءَ جي تخليق ۾ ڏينهن رات مصروف هوندا آهن. چون ٿا ته بيدل دهلويءَ، جنهن جو غالب ۽ اقبال تي ڪافي اثر هو، پنج لک شعر لکيا ها، جي وقت تلف تاراج ڪري ڇڏيا ۽ هُن جو 'حافظ' جيترو ديوان وڃي رهيو آهي. مون کي ته سدائين اهو احساس هوندو آهي جيترو اُن فارسي شاعر کي هو، جنهن هيٺيون شعر لکيو آهي:

خاموشيءَ ارباب فنا بانگِ رحيل است
گوشِ شُنوا هر که دراين قافله دارد

(ترجمو: جي به فنا تي ويا آهن، اُنهن جي خاموشي سفر جو سڏ آهي اُنهيءَ هر ماڻهوءَ لاءِ، جنهن کي هن قافلي ۾ سرلا ڪَن آهن.)

آمريڪي شاعره ائمي لوويل (Amy Lowell) پنهنجي مضمون "شاعري جي تخليق جو طريقو" ۾ لکيو آهي ته "جيڪڏهن ڪوئي مون کان پڇي ته "نظم ڪيئن جُڙندا آهن؟" ته مان هن کي سڌو جواب ڏيان ته "مون کي خبر نه آهي،" پوءِ اُهو سوال منهنجيءَ پنهنجيءَ شاعريءَ جي باري ۾ هجي يا ٻئي ڪنهن جي شاعريءَ جي باري ۾ هجي، ڇو ته نه مون کي پنهنجي باري ۾ خبر آهي ۽ نه ٻئي ڪنهن جي باري ۾، ته نظم تخليق ڪيئن ٿيندو آهي. مان اُنهن نظمن سان ملندي آهيان جڏهن اُهي منهنجي شعور کي ڇهندا آهن، پر اُها جاءِ اُن ڇُهاءَ کان ڪافي دور هوندي آهي جتي اُهي تخليق ٿيندا آهن." دراصل مون کي به ائمي لوويل وانگر محسوس ٿيندو آهي پر مان پنهنجن نظمن جي تخليقي ابتدا تائين پهچي ويندو آهيان ڇو ته منهنجي مستقبل جو منهنجي ماضيءَ سان ايئن تعلق رهيو آهي جيئن 'غالب' چيو آهي:

راه زين ديده وَران پرس که در گرم روي
جاده چون نبضِ تپان درِ تنِ صحرا بينند

(ترجمو: راهه پڇين ته هنن چٽيءَ بصارت وارن کان پُڇ، جيڪي

پنهنجي گرم رفتاريءَ ۾، رستي کي ايئن ڏسندا آهن، ڄڻ صحرا جي تن ۾ تتل نبض ڏسندا هجن.)

مون سدائين محسوس ڪيو آهي ته شاعر ريڊيو ايريل (Radio-aerial) وانگر آهي ۽ هن کي لهرن تي ڪي آواز ٻُڌڻ ۾ اچن ٿا، جن جو اظهار هو پنهنجي شاعريءَ ۾ ڪندو رهندو آهي.

ڀٽائي چيو آهي:

جي تون بيت ڀانئين، سي آيتون آهين
نيو من لائين، پريان سندي پار ڏي.

پر شاعرن ۾ 'پرين' ۽ 'ان جي پار' جو تصور مختلف آهي.

مون هن ڪتاب ۾ سڀ ئي ننڍا توڙي وڏا نظم بيخوديءَ جي ڪيفيت ۾ لکيا آهن. ساڳيءَ ريت انهن کان اڳ بيت، گيت، وايون، غزل، نظم، آزاد نظم، آپيرائون، هائڪو ۽ ترائيل به ساڳيءَ بي خوديءَ جي ڪيفيت ۾ لکيا ها جن ۾ ورلي رخنو پيو هو. رڳو پنهنجي آپيرا ڀڳت سنگهه کي ڦاسيءَ جو 'ائڪٽ پيو' مون پهرين ائڪٽ کان ڪافي وقت پوءِ لکيو هو ڇو ته پهرين ائڪٽ لکڻ مهل مون اکين سان ڦاسي نه ڏٺي هئي، جا ٻئي ائڪٽ لکڻ کان اڳ مون سکر جيل ۾ ڏٺي هئي، جڏهن پکي پکڻ وَڻن تي ننڊ پيا ها. باقي 'دودي جو موت' ۽ 'رني ڪوٽ جا ڌاڙيل' جهڙيون ڊگهيون آپيرائون مون سانده لکيون هيون.

ايئن آهي ته ڪڏهن ڪنهن ٻاهرين ترغيب (Stimulus) منهنجي شاعريءَ جو لبلبو دٻايو آهي؛ ڪڏهن ان جو محرڪ ڪوئي ياد آيل منظر آهي، يا ڪوئي آواز، خيال يا جذبو آهي، جيتوڻيڪ مون اُن تي يڪدم ڪجهه ورلي لکيو آهي. ڪڏهن ڪڏهن ته مون اُن کي چاليهه پنجاهه سالن گذرڻ کان پوءِ نظمايو آهي. ڪنهن وقت شاعري جي اوائلي من- اُڇَل منهنجي سارسنيار کي لنوائي وئي آهي ۽ مان ڏاڍيءَ هيٺيٺ- گهر کان پوءِ به اُن کي ڦولي نه سگهيو آهيان، ۽ اُها منهنجي حافظي جي ڪنهن ڇُر ۾ ڇُپي وئي آهي. ڇڙو ڪنهن ڪنهن وقت اُها ڪارڻ سان يا اڪارڻ منهنجي هيٺين ۾ هُري آهي، جيئن مڇي تر مان ڇَر تي اُڀري ايندي آهي. ان وقت ايئن لڳندو آهي ته اوچتو ڪائي وينگس مونگهڙو هٿائي هلي آئي آهي، ۽ لُري ۾ اوڏڻ لاءِ مون کان شاعريءَ جي شال وَرتي آٿائين.

ڪي شاعر دعويٰ ڪندا آهن تہ هنن الهام وانگر ڪوئي آواز ٻڌو آهي، اڳلوڪا شاعر ان کي 'هاتف' چوندا ها. مون بہ ايئن محسوس ڪيو آهي تہ منهنجي بدران ٻيو ڪوئي لکي رهيو آهي، رڳو قلم منهنجي هٿ ۾ آهي، پر هلي خودبخود رهيو آهي. وِليم بليڪ، انگريزي جي مشهور عارف- شاعر بہ اها ڪيفيت محسوس ڪئي هُئي جڏهن هيٺيون سٽون لکيون هيائين:

"جنهن دؤر ۾ شاعر پنهنجي ڪرت ڪارِ پوري ڪندو آهي، اُن دؤر ۾ وڏا واقعا ظهور پذير ٿيندا آهن، هڪ لحظي ۾، ايتري وقت ۾ جيتري ۾ نبض دڪ دڪ ڪندي آهي." مون اڳيئي ڪٿي چيو آهي تہ شاعري کي الوهي آواز اُتساهن ٿا. عيسيٰ خدا جو پيغام تڏهن ڏئي سگهندو هو جڏهن ڪوئي فرشتو هن جا ناپاڪ چپ ٻرندڙ ٽانڊن سان پاڪ ڪندو هو ۽ ملٽن (Milton) بہ اهڙي تصور جو اظهار ڪيو آهي جڏهن چيو اٿائين تہ پونيرن لاءِ هو اُهو ڪجھ ڇڏي وڃي ٿو جو امر آهي. 'بليڪ' ان کان انڪاري آهي تہ حافظي ۾ شاعريءَ جون جڙون آهن. هن چواٽي "اهڙي ڳالھ اُهو ميجي نہ ٿو سگهي جو بيڪن (Bacon) جي فلسفي، سترنهين صديءَ جي دانشوَري ۽ انقلابي تصور ۽ ارڙهين صديءَ جي هيجان انگيز نظرين ۽ همعصر سائنس جي ماَدي عقيدن کي ڏِڪاري ٿو." 'بليڪ' تہ فرشتن ۽ تصوّر جي ابدي حقيقت ۾ اعتبار ڪندو هو. ساڳي ريت علامہ اقبال پنهنجي اُردو شاعريءَ جي ٻي ڪتاب جو نالو 'بالِ جبريل' ۽ ٽين جو 'ضرب ڪليم' رکيو هو. غالب بہ شاعر جي دروُن بينيءَ جي اهميت تي زور ڏنو آهي:

ديده وَر آن ڪہ تانهد دل بَشُمار دلبري
در دِل سنگ بنگرد رقصِ بُتانِ آذري

(ترجمو: ديده وَر اُهو آهي جنهن جي دل جڏهن دلبريءَ جو شمار ڪرڻ چاهي تہ تڏهن هُو پٿر جي دل ۾ باھ جي ٻُتن (چڻنگن) جو رقص ڏسي سگهي.)

'بليڪ' پنهنجي هڪ شعر جي باري ۾ لکيو آهي تہ "مان اُن ڳالھ کي تحسين جي نگاھ سان ڏسان ٿو، مان ٻيو ڪجھ بہ ٿي نہ ٿو سگهان، نہ اِها ڳالھ لڪائي ٿو سگهان تہ مان ازل جي مصنفن جو مير مُنشي

آهيان.“ اها ڪا نرگسيت نہ آهي هڪ عظيم شاعر جي خوداعتمادي آهي. مون کي ان ڳالھ تي تعجب نہ ٿو اچي تہ ٽئگور جي گيتانجليءَ جي انگريزيءَ ۾ مترجم شاعر ييٽس (Yeats) پنهنجون ڪيئي تخليقون ڪراماتي ۽ فوق الفطرت قوتن جي ڪرم سان منسوب ڪيون هيون. ’بليڪ‘ جي مطالعي هُن جي انهيءَ گمان کي يقين ۾ تبديل ڪيو هيو. اها ڳالھ امڪان کان خارج نہ آهي تہ شاعري جا ڪارڻ دماغي عدم توازن، يا خواب يا ذهن ۾ تحت الشعور جي ڪار گذاري ٿي سگهي ٿي. ان ڪري ئي شيڪسپيئر هڪ ديواني، عاشق ۽ شاعر ۾ هڪ جهڙائي ڏٺي هئي.

جڏهن روسي رقاص نجنسڪيءَ (جنهنجو ذڪر مون اڳ بہ ڪتابن ۾ ڪيو آهي) جنگ جي موضوع تي رقص ڪيو تڏهن هن جي تصور جي دٻاءَ جڻ اسٽيج جي پردي کي پاره پاره ڪري ڇڏيو ۽ هن جي باطن جي بلند پروازيءَ کي هيٺ آڻو پيو. برنار ڊشا ، اهو گفتو تہ نظم نثر کان سؤلو آهي، شيڪسپيئر جي نظم کان ناشناسيءَ سبب لکيو هو. هونءَ تہ هن شيڪسپيئر جي شاعريءَ کي ساراهيو هو پر پوءِ هن تي هڪ ڊرامانويس ۽ مفڪر جي حيثيت ۽ ٺوڪزني ڪئي هئي. هن اهو نہ ڄاتو هو تہ ڊرامانگاري ۽ تفڪر شيڪسپيئر جي شاعري ۾ هو ۽ مئڪبيٿ (Macbeth)، هئمليٽ ۽ قليو پطره جهڙا ڪردار هن جي شاعريءَ جي لب ولهجي، ترتيب ۽ ترنم مان اظهارجن ٿا. برنارڊشا اهو نہ ڄاتو تہ هر ناٽڪ کي هڪ سمفنيءَ جهڙي ڪيفيت آهي، جنهن ۾ آخر ڊرامانگار متضاد موضوع تحليل ڪري ڇڏي ٿو. ڪيترا نادان منهنجن سنگيت ناٽڪن تي بہ ساڳي تنقيد ڪندا آهن، پر مان ٻُڌي اڻ ٻُڌي ڪري لنوائي ڇڏيندو آهيان.

ديوانگي ڪنهن وقت فرزانگيءَ جي انتها ٿيندي آهي. برنارڊشا تہ ”ديوانگي کي نہ رڳو شاعر جي ذلت ڀانيو پر اُنهن قوتن جي دهشت ناڪ يادگيري سمجهو جي انسان جي دور انديشيءَ ۽ زيرڪيءَ سان گڏوگڏ وڌي رهيون آهن ۽ پوري ضابطي هيٺ نہ آنديون ويون آهن. اُڻويهينءَ ۽ ويهين صديءَ جا آرٽسٽ ۽ شاعر تہ ديوانگي ۽ ماليخوليا کي تخليق لاءِ سازگار ٿا سمجهن.“ دراصل ائين نہ آهي. ديوانگي ڪنهن بہ ماڻهوءَ کي شاعر ۾ بدلائي نہ سگهندي آهي. ائين آهي تہ ديوانگي ذهن جي ڪجھ صلاحيتن

ڪي چوٽڪو ڏئي سگهي ٿي. مصوّر وان گوگ، شاعر ڪُوپر (Cowper)، سمارٽ (Smart)، ڪليئَر (Clare) هولڊرلن (Holder lin)ڊي نرول (De Nerval)، مائڪو فسڪي ۽ روسي رقاص نجنسڪي ان ڳالھ جا مغرب مان ڪجھ مثال آهن. مشرق ۾ نذرالاسلام، اسرار الحق مجاز، ميراجي، سارا شگفتہ وغيره ساڳي ڳالھ جا مثال آهن، پر ان جي خاطري نہ آهي تہ ديوانگي نيون صلاحيتون پيدا ڪري ٿي. شيڪسپيئر جي هڪ ڪردار اوفيليا (Ophelia) جڏهن ديواني ٿي پئي ٿي، تڏهن هڪ واهيات گيت ڳائي ٿي ۽ اها ڳالھ شيڪسپيئر جي جينيس جي نشاني آهي جو اهو گيت ايئن ٿو لڳي جڻ ڪنهن ڏاهي جي واتان نڪتو آهي.

دراصل روميءَ صحيح چيو آهي تہ 'شاعري جزويست از پيغمبري'، اُن ڪي الهامي ڪيفيت ۽ اُلوهي اسرار آهي، ايترو ئي اسرار جيترو تہ جي ڪنهن گل ۾ هوندو آهي، جو مند تي پاڻ ئي ڦٽي پوندو آهي. فرق رڳو ايترو آهي تہ سٺي شاعري ٻارهوئي شگفتہ هوندي آهي، گل مند تي ڦٽندو آهي.

ڪنهن چيو آهي:

It is the infinite depth of unknown called by religious people God, which gives depth to poetry.

(ترجمو: اها اڻ ڄاتل جي بي انت اونهائي آهي، جنهن کي مذهبي ماڻهو خدا چون ٿا، جا شاعريءَ کي اونهائي ڏئي ٿي.) قراة العين طاهره جا ايران جي بابي تحريڪ ۾ شهيد ڪئي وئي هئي، تنهن بہ ساڳي ڳالھ چئي هئي:

> ميرَ وَد از فراقِ تو خونِ دل از دو ديده ام
> دِجلہ بہ دجلہ يم بہ يم، چشمہ بہ چشمہ، جُو بجُو
> مهرِ تُرا دل حَزين يافتہ باقُماشِ جان
> رشتہ برشتہ، نَخ بہ نَخ، تار بَتار، پوُ بہ پوُ

(تنهنجي وڇوڙي ۾ منهنجين ٻنهي اکين مان رَتُ ٿو وهي جڻ ندي (دجلہ ندي) نديءَ سان، سمنڊ سمنڊ سان، جهرڻو جهرڻي سان ۽ واهڙ واهڙ (سان ملي ٿو وڃي)

دل جي جوا ڪيڏي مون تنهنجي مهر هٿ ڪئي آهي،

رشتو رشتي سان، ڏاڳو ڏاڳي سان، تاڃي تاڃيءَ سان ۽ پيٽو پيٽي سان ڳنڍيل آهي)

شاعريءَ جي ٻہ اُن ازلي ۽ ابدي حقيقت سان ايئن وابستگي آهي جيئن متين شعر ۾ اظهاري وئي آهي. ڪنهن ڪنهن وقت شاعر تي پنائي واري ڪيفيت ڇائنجي وڃي ٿي:

ڪاڏي ڪاهيان ڪرهو، چوڏس ڇپاٽو،
راٽو ئي راٽو، ريءَ راٽي ٻيو ناهہ ڪِي.

شاعريءَ جي تخليق وقت جسم روح ۾ بدلجي وڃي ٿو، مَنُ تَن جي پڃري جون تيليون ڏاهي هوا ۾ اُڏامي ٿو، زندگي پنهنجا سارا ٻنڌن ٽوڙي، پنهنجيءَ غلاميءَ مان اَجهل آزادي ماڻي ٿي، ۽ ريت جي ڪَڻ ڪَڻ کان وٺي تارن جي رم جهم تائين ساري ڪائنات شاعريءَ جي دائري ۾ اَچي وڃي ٿي. رومي نمازي هو تہ ڇا هو اوّل شاعر هو، تُلسي داس سُمرٽي سوريندو هيو تہ ڇا، ڪويتا هن جي وڏي ۾ وڏي آراڌنا هئي، ۽ وليم بليڪ جي ذات هر گرجا جي گهنڊ کان متي نيلوفري گنبذ ۾ گونجندي هئي.

شاعري ساحري بہ آهي، پيغمبري بہ آهي. هاڻي تہ منهنجي ساري 'مان' والاري وئي آهي. اُن ۾ ميران ٻائي جي گيت 'گهٽ گهٽ مين پنڇي بولتا' يا پنائي جي بيت 'جر ٿر تِڪَ تنوارَ. وَڻ ٽَڻ وائي هيڪڙي' جهڙي ڪيفيت آهي. ڪوئي ازل ابد جو گيت منهنجي پڃري مان ٻولڙيون ٻولي آهي. نہ ڄاڻان اهو پکي ڪڏهن چُپ ٿي ويندو ۽ پڃري مان اُڏامي ويندو، ڪيڏانهن ۽ ڪيستائين؟ ڪيئن چئجي! مون کي 'ڪليم' جو هيٺيون شعر نهايت شدت سان ياد اچي رهيو آهي:

ماز آغاز وز انجامِ جهانُ بي خبريم
اَوّل و آخرِ اين کُهنہ ڪتاب اُفتاداست

(ترجمو: اسان جهان جي آغاز ۽ انجام کان بي خبر آهيون، هن پراڻي ڪتاب جو پهريون ۽ پويون پَنو ڦاٽي ويو آهي.)

**شيخ اياز**

١٩ آگست ١٩٩٣

دلي کہ رنگ تعلق نہ گيرد، آزادست
اگر بدست فُتَد، خاتمِ سليمان است
(صائب)

(ترجمو: اُها دل جنهن کي تعلق جو رنگ نہ لڳي ۽ آزاد آهي، جيڪڏهن تنهنجي هٿ اچي، تہ سُليمان جي مُنڊيءَ وانگر آهي.)



اُنهيءَ آواز جي ڪَڏِ وَڃ، جو توکي ڪيتري وقت کان سڏي ٿو، جو اَزلي ۽ ابدي آهي. ۽ توکي ڪنهن بہ فريب ۾ مبتلا نہ ڪندو.
(شيخ اياز)



شاعريءَ جي منتها، حسن جي تخليق آهي، ٻيا سڀ نظريا بڪواس آهن.
(شيخ اياز)



اوءِ گهوڙي سوارَ

تنهنجي منزل ڪتي آ اجا؟

راس آئي نہ توکي ڪتي ڪا سَراءِ

سيءَ جي سانجهہ ۾ هي اُتر جي هواءِ!

جَڻ ڪَتي تِي ڪٽارَ!

اوءِ گهوڙي سوارَ

تنهنجي منزل ڪتي آ اجا؟

واڳَ روڪي نہ تو ڪنهن گهڙيءَ گهاٽَ تي

لاٽَ تي لاٽَ پَرندِي ڏِنئِہ واٽَ تي

ڪا ڪَتين جي قطارَ،

تنهنجي منزل ڪتي آ اجا؟

پير ڏرتيءَ لٿو ناهہ تُنهنجو اجا!

هنجَ ڪنهنجي مَتو نانهہ تنهنجو اجا!

روڪ هاٿي اُڏارَ،

تنهنجي منزل ڪتي آ اجا؟

اوءِ گهوڙي سوارَ!

اوءِ گهوڙي سوارَ!



نينهَن جي مهران کي
ٻُڪَ ۾ ڪيسين جهليندينءَ؟
ڍُڪَ سان ڪيسين پَليندينءَ پياس کي
تون ملڻ جي آس کي؟
جنهن مهيني ماس ۾ برسات پَوندي،
تون نہ رهندينءَ،
نيٺ مُنهنجي پارِ ڪَهندينءَ،
ڪيترائي ڏُکَ سَهندينءَ،
پو بہ مون ڏي پَنڌ پوندينءَ،
پو بہ پنهنجي پاڻَ کي هر وقت چَوندينءَ،
"ڪو پرينءَ جو پارُ آهي
"دور ڪوئي يارُ آهي
"جيءَ جو جنسار آهي
" جو سڏي ٿو
"ننڊ توڙي جاڳ ۾ سَپنا اَڏي ٿو.
آنءُ ٻيو جو ڪجھ بہ چاهيان
"اُن سوا مان ڪجھ بہ ناهيان
"ڪجھ بہ ناهيان."



رات پر رخسار تُنهنجا ٿا ڦِرَن،
وارَ تنهنجا ٿا ڦِرن،
جڻ گهٽائون ٿيون اَچن، سنسارَ تنهنجا ٿا ڦِرَن.
چنڊ ۾ اسرارَ تنهنجا ٿا ڦِرن
دُور گردش ۾ سِتارا ايئَن ڏيکارِي ڏِين
نيڻ تنهنجا جِيئَن ڏيکارِي ڏِين،
دُور تائين ڪيترا قنديل آهن پر اهي اجگتي وجن ٿا.
زندگانيءَ جي ڳجهارت کي پَجن ٿا
جا ڏني آ پيار تُنهنجي،
سارَ تنهنجي
ڪائناتون جا سمائي ٿي پئي
چنڊَ تارا ائن وڃائي ٿي پئي
جڻ اهي قالِين آهن،
ڪيترن سارن جُڳن کان جي اُٿن ٿيون يادگيريون،
اُبَ جئن ڪنهن وقت نِيريون،
۽ انهن ۾ باک جئن ڪنهن وقت جڻ
ڳيرا ڪروڙين،
اَمن جا پيرا ڪروڙين،
لڙڪندڙ ڊانديئڙَن جا جڻ تہ آکيرا ڪروڙين
جي هوائن ۾ لُڏن ٿا!
ڪيترا قنديل آهن جي ڪُڏن ٿا

ڄڻ نيريءَ مان نِهاري
۽ هوائن ۾ پري کان جوت ٻاري؟
تون نظر جن ۾ اچين ٿي،
چنڊ تارن ۾ نچين ٿي،
پوءِ تون رڱ رڱ رچين ٿي، رت ۾ ڦيرا ڪرين ٿِي
رات ڀر جاڳين پئي ۽ ٻاڪ جي ويرا ڪرين ٿي
سار جي وڻ تي لهي تون روز واهيرا ڪرين ٿي
ڪنهن پکيءَ وانگر لڳين ٿي
يا صدين کان پريت جَنهنجي تنهن سکيءَ وانگر لڳين ٿي!
ڇانوَ تنهنجي آهه مون تي نانءُ تنهنجو
آنءُ ڳوليان ڪيستائين ڳانءُ* تنهنجو
آهه ڪو ٿِر ٺانءُ تنهنجو؟
هانءَ منهنجو ڪيترا ڳولي گهروندا**؟
ڏسَ تنهنجا
آنءُ جنهن کان تو پڇان ٻيا ٻيا ڏِئي ٿو،
ڪا گهڙي ساٿي ٿِئي ٿو
پو وَني ٿو واٽ پنهنجي،
جاٽ مُنهنجي
ڇا ڪڏهن ڪنٽي نه آهي؟
ڇا ڪڏهن ڪنٽي نه آهي؟

---

* ڳانءُ- ڳوٺ
** گهروندا- گهرڙا.



ننڊ ۾ مون ڏي اچين ٿي،
شاعريءَ جي ڳوٺ ٿين ٿي.
عاشقيءَ سان ڪيترو شطرنج جي بازي ڪندينءَ؟
پاڻ کي راضي ڪندينءَ؟
حال کي ماضي ڪندينءَ؟
دور مستقبل ٻه تنهنجي دائري ۾ ٿو ڦري،
جا وڇائي تو بساط آهي انهيءَ تي ٿو ڪري!
حافظ ۽ خيام پڻ اِئين
ڇا ڪئي هئي شاعري، آ مون ڪئي جئن؟
هو ٻہ شاعر ها مگر مون جئڻ گرفتاري اُنهن
جي ڪاڻ هئي.
زلف تنهنجا ور وڪڙ اڳ ٻي هئا،
يارِي انهن جي ڪاڻ هُئي
ڪائناتون جا رکي پيرَن مَٿان،
هار پوئي تن منجهان،
۽ چوي، "تي آڇيان
"پيٺ توکي اي ازل پنهنجي عَبودِيّت اِئين
"ڪنهن ڏني ناهي جِئين؟"

شاعري! محبوبہ منهنجي
تون ابد کان آن رهي مطلوبہ منهنجي،
ننڊ مان مونکي اُٿاري ٿِي چوين،
ڳوٺَ پنهنجيءَ کي ڏَري تون موتَ مان
مون کي جياري ٿي چوين
"اُٿَ شاعِر! کيڏُ مون سان!
"کيڏُ مون سان!
"کيڏُ مون سان..."



آنءُ ڳل تنهنجا ڇُهي
تو ڇوان ڇاهي خدا؟
تون پڇين ٿي ڇا اهو آهي گُلاب
ڇا اهو ڪو موتئي جو آ رَباب
جو هوا ۾ نخم زن آ؟
هيءُ جو تُنهنجو بدن آ
آ مصوّر ڪيرُ تَنهنجو، نقش جو ٺاهي متائي ٿو ڇَڏي،
گُلَ ٺارين تي جُهلائي ٿو ڇڏي،
پوءِ پت جَهڙ تِي گُهلي ٿو، پَتيُون تِن جون رُلائي ٿو ڇڏي!
مان مصوّر تِي سگهان،
مان اُنهيءَ جو نقش ڪو ٺاهي ڏسان،
هو نظر ۾ ناهه پر منهنجي تصور ۾ ته هو موجود آ،
تا ڇون ماڻهو ته هو معبود آ
پر اها تصوير ساري ئي عبادت آ سندم،
هو اگر بيمار آهي هي عيادت آ سندم،
آنءُ هن جي زندگي تِي ٿو سگهان
مو قلم منهنجو دمِ عيسيٰ جيان هن کي جياري ٿو سگهي،
تا بُجهن قنديل جي، هِي تيلُ ٻاري ٿو سگهي

مِرَ* ۽ لوبانَ جو،
عشق جي ارمانَ جو؛
پيار جو مون سان ڪيو تو تنهن عجب احسان جو،
چندَ تارا جهولَ پنهنجيءَ ڪي جهلي
تا چَون توکي سَڏي،
"ڪجھ فقيرن کي ٻہ ڏي؛
"روشني پنهنجي ورهائين جي چڳو،
"جڳَ سارو جڳمگائين جي چڳو!
"تون اَزل جو حسن آهين جو مجسّم آ تيو انسان ۾؛
"چا نہ رِم جهم آ تيو انسان ۾!"

* مِرَ:- مشرقِ وسطيٰ جو هڪ خوشبودار ٻوٽو، جنهنجو ذڪر اڪثر انجيل ۾ آيو آهي ۽ جنهنجو تيل چراغن ۾ عبادت لاءِ ٻاريندا هئا.



بودليئر!
تون بہ هوندين مان بہ هوندس!
نيٺ هي ويھين بہ اڪويھين تئي
هي صدي جا ڏِڪَ اهڙِيَ تي ڏِئي
جڻ تہ ڪو ڪورو لڳي تِي
جڻ تہ ڪوئي خواب اَڻ پورو لڳي ٿي؛
حسن جو سوداءُ جو توڪي هئو
گھاءُ جو توکي هئو
سو چِڪي ٿو شاعرن مان جڻ تہ ڪو ناسُور ٿِي
تنهن پرينءَ جو پُورُ ٿِي
جو ڪڏهن مِلٿو نہ آهي؛
دؤر منهنجو هر طرف ديوار ڊاهي
چنڊ جي ديدار کان محروم ڇو آ؟
شهر ۾ جيڪو مليو سو يار کان محروم ڇو آ؟
عشق جي اسرار کان محروم ڇو آ؟
ايتري پيڙا لڪائي پيار کان محروم ڇو آ؟
ڪارِ جون ڪيڏيون بتيون آهن تکيءَ رفتار ۾
روشنيءَ جي ڄار ۾
جڻ تہ هو ڪيئي مڇيون ڪنهن ڏارَ ۾
موت جي اَوُڇي شڪاريءَ کان وچن ٿيون بي خبر،
غور سان ڏسجي اگر

موت جي اوجهاڻ* ۾ ٽيون روزَ قاسن اوچتو،
موت جو ڪوئي پَرو
اڳوات تن کي ڪونہ آ؟
چو نہ آ؟
آدميءَ کي راهہ پيغمبر تہ ڏيکاري ويا
سچُ سيکاري ويا
پوبہ هَرڪو ائن لڳي ٿو جن تہ مَرڻو ڪونہ آ!
جڻ تہ پَرڻو ڪونہ آ
ڏنَ هِن کي موت جو،
موتَ جنهن سوُنگي وَتِي، ڪنهن کي نہ آ پيهر ڏنو،
جنهن فقيريءَ ۽ اميريءَ کي حقارت سان ڏسِي،
ناهہ ڪا پروا ڪئِي،
موتُ جنهن کي ڪيترا آمر وساري تا ڇَڏن،
وقت پنهنجو اِئن گذاري تا ڇڏن
جڻ تہ تن جو انت اچڻو ئي نہ آ،
جڻ تہ تن جي لاش تي ڪو ميڙ مچڻو ئي نہ آ
جبر ٿورا ڏينهڙا،
ڪير ڄاڻي هر متيءَ تي مينهڙا
تو جيان ۽ مون جيان
تا ابد وسندا نہ هر ڪنهن تي مٿان!
بودليئر!
تون بہ رهندين، مان بہ رهندس.

---

*اوجهاڻ = چار



ڪئن گلِ لالا سڄو صحرا سمائي ٿو هلي
ءِ صدين جا ٽا وڃن ناقوس اُن مان،
قافلا ڪيڏا سَمائي ٿو هلي!
ٿورڙي ٻڳاڙهاڻِ اُن جي سَو شفق آ پاڻَ ۾،
جي پَوين اِن ڄاڻَ ۾
تون هٽين منصور جئن نعرو وَري ڦاهي چڙهِي،
جو هنيو ڏاهي ڪَڙهِي
آنءُ اناالحقُ آهيان، حَقَ! تون مون کان سوا،
(مان چوان ٿو بَرملا)
مون سوا تون ڪجھ بہ ناهين؟
آنءُ جي آهيان تہ آهين،
آنءُ تنهنجو اصل آهيان،
آنءُ تنهنجو وصل آهيان
آنءُ آهيان!
آنءُ آهيان!!
آنءُ آهيان!!!



آنءَ کو وهمي نہ آهيان
موت تون هڪ وهم آهين!
مان ٿيو تاريڪ ناهيان
جو ابد تائين ٻري ٿو مان اهو فانوس آهيان،
چند تارن تي رکي ٿو جو نظر، زندان ۾
جي ڇيچڙا ڪاهِن پيا!
پوبہ توکي ڇڻ تہ ساراهِن پيا
۽ ڇون ٿا تون اهو سنسار ناهي، پوءِ ڏاهي ٿو سگهين،
هي اُٿا ٻيهر وراهي ٿو سگهين
ڪابہ نوتي جَهلَ ناهي،
پوبہ ڪائي ڪَلّ ناهي
تون ڪڏهن مون سان وِسامي ٿو وڃين،
۽ ڪروڙين سال ڪامي ٿو وڃين
پو وَري ٻيهر ٻَرين ٿو،
روشني مون کي بہ ڏين ٿو،
۽ وري فانوس وانگر آنءُ زنداني ڏسان ٿو
روءِ انساني ڏسان ٿو
ڪنهن عجب آزاد گيءَ جي روشنيءَ ۾
زندگيءَ جي روشنيءَ ۾.



تي ٻري خوشبو هوا ۾
آ سِرنهن ڦولار ۾
آءٌ توکي ڳوليان ٿـو.
آ شفق ڇانئي فضا ۾
سِجَ جي سنسارَ ۾
آءٌ توکي ڳوليان ٿو.
تورڙي ڪاراڻ آهي
چؤ طرف وَلهار ۾
آءٌ توکي ڳوليان ٿو.
ڪيتري چانداڻ آهي
اي پکي! وڻڪار ۾
آءٌ توکي ڳوليان ٿو.
ڪوبہ آکيرو نہ آهي
اُڀَ جي اسرار ۾
آءٌ توکي ڳوليان ٿو.
ايترو ويجهو تہ آهين
پو بہ ڪهڙي پارَ ۾
آءٌ توکي ڳوليان ٿو؟
آءٌ توکي ڳوليان ٿـو؟
آءٌ توکي ڳوليان ٿـو؟



رمر جهمر مينهُن وسي ٿو يارو
سارو ڏينهن وسي ٿو يارو
سَر تيءَ نينهن وسي ٿو يارو
پر هوءَ ڪِٿ آ؟
ڪُونيَت جو ڦولاريا آهن
مورن ڏيئا ٻاريا آهن
ڏينهَن تهوڪن تاريا آهن
پر هوءَ ڪِٿ آ؟
واتهڙين تي مان ڦوليان ٿو
رڻ ۾ پل پل ڪي روليان ٿو
مان ڪنهن هرڻيءَ کي ڳوليان ٿو
پر هوءَ ڪِٿ آ؟
ڇا هو پنهنجي پياس ٻجهائي
چَپَ چپَن سان منهنجي لائي
ٻي ڪنهن تڙ لئہ تي واجهائي؟
پر هوءَ ڪِٿ آ؟
هَرڻيون هونءَ بہ هِرڻيون ناهِن
تنهنجون ناهِن منهنجون ناهِن

اڄ تائين ڪنهنجون تيون ناهِن
پر هوءَ ڪِٿ آ؟
پوءِ بہ هن جي سارَ اچي ٿي؛
سِڪَ لڳي ٿي، سارَ اچي ٿي
ڇا لئہ ايڏِي سارَ اچي ٿي
اڄ هوءَ ڪِٿ آ؟
اڄ هوءَ ڪِٿ آ؟
اڄ هوءَ ڪِٿ آ؟



تون تہ ڪو سقراط ناهين
۽ نہ افلاطون آهين
۽ ارسطو ۽ نہ اُن جي ذات آهين،
تون تہ ڪائي ڏات ناهين،
بس، ڪَتيءَ جي آنھ ڪڪري، ڪا ڀري برسات ناهين،
جي هيون گهنگهورُ مون جئن، تن گهٽائن سان،
رهيو هان آنءُ ساري عمر لئہ
رقص ۾ ها مور جي، تن جي اَدائن سان،
رهيو هان آنءُ ساري عمر لئہ
آنءُ جو سنگيت آهيان
آنءُ ڪاليداس آهيان ۽ اَمارو جي انوکِي ريت آهيان
آنءُ جو ودياپتيءَ* جو مِيت آهيان،
جو سَمہ ۽ تي جِيت آهيان
آنءُ سنڌوءَ جي ڪنڌهن گجگوڙ آهيان.
۽ ڪنڌهن مان سانت هان،
۽ سِيرَ جي مان لوڙ اهيان.
سانت جنهن ۾ ڪيترا آواز پَلجن ٿا پيا،
چنگ ۽ مرڏنگ وانگر ساز پلجن ٿا پيا،
راز پلجن ٿا پيا،
گيت ۽ ظاهر ٿين ٿا اوچتو اهڙا سوين

---

* نوٽ:ـ هنديءَ ۾ وڌيا جو 'دالُ' مشدد آهي، پر سنڌيءَ ۾ مان اُن کي غير مشدد جائز ٿو سمجهان.

انداز پلجن ٿا پيا.
تون تہ هڪڙي سِٽ منهنجي سو جنم وتنديِن
تہ توکان ڪا نہ لکِبي،
وَسَ ۾ تنهنجي نہ آجا سانہ لکِبي
تون قلمڪاري ڪرين ٿو يا قلم ڪارو ڪرين ٿو
ڳجھہ جئن مارو ڪرين ٿو
ڊونڊَ تي جيڪو سَڙي ٿو سنڌڙيءَ جي شاعريءَ ۾
تون تہ جيءَ ۾
ايئَن سمجهين ٿو تہ ڪو شاعر، مفڪّر، فلسفِي آن
تون رڳو مون لِئہ نفِي آن،
ذّات جي اثبات ڪان،
زندگي جا سمنڊ وانگر آھہ، ان جي گونج جي
سوغات ڪان-
ڪَنُ تنهنجا ٿا لنوائن
گيت منهنجا ٿا گنوائن؟
ڇو تہ تون ڪِيني سوا ڪجھہ ڪين آهين
همعصر توکي ڇوان ڪئن؟ تون تہ منهنجي دؤر جو
انسان ناهين،
شاعري تنهنجي هئي يا فلسفو تُنهنجو هيو؟
ڄَڻ تہ ڪنهن لنگور جو هو، جو مَٿو تنهنجو هيو!
ڊارون جي ارتقا ۾ تون ڪٿي آهين اِهو
سوچان پيو؟
نيٺ تون ڇاهين اِهو سوچان پيو!



شهر جي اَنبوهہ ۾ ڪيڏي اَڪيلائي رهي ٿي!
ياد ڪيان ٿو ڪِٿ مِلي آن؟
روز ملندي آهہ، پر ڇو ڪانہ گهرائي رهي ٿي
اجنبيّت ڇو ائين ڇائي رهي ٿي؟
هي بہ سوچان ٿو ڪڏهن گهري نہ ٿِي آن،
ڪيترا ڀيرا ملي آن،
ڪيترا ڀيرا ڇُهيو مون آهہ توکي پوبہ ڀِي آن!
اجنبي آن

پيار ۾ مشعل جيان مون لئہ جَلي ان
۽ ٻجِهي آن
ننڊ ۾ سپنو نہ ٿِي آن،
جڏ تہ مان توکي سجاڳان ڪونہ ٿو
هي بہ ڄاڻان ڪونہ ٿو
ڇا ڪڏهن مون لاءِ تون
مينهن وسندي ۾ ڀِٽُون
نيٺ جي ڦولاربيون
ٿي بہ سگهندينءَ؟
شاعري ٿِي جِي بہ سگهندينءَ؟



مون چيو ’سئفو‘ پلي تون پيار ڪر پنهنجي سڪيءَ سان
زندگيءَ سان
آنءُ تنهنجي گيت جو مدّاح آهيان
آنءُ سو مَلاحُ آهيان
جنهن سوين ڪِشتيون هلايون
توبہ ڇپّوءَ ڪان سوا جيڪي چلايون
آنءُ ڇو ڪِرڪِر ڪَيان؟
عشق تنهنجي کي ڏسي مان ڇو سڙان؟
آنءُ تنهنجا گيت سارِيان ٿو پيو
آنءُ توتي عشق وارِيان ٿو پيو
عشق تون ڪنهن سان بہ ڪر پر واعدو ڏي!
گيت هڪ مون کي ٻيو ڏي!
آنءُ جي بربط کڻي ڳايان وَري
گيت تنهنجا آنءُ ورجايان وَري
موت تي پايان وري
جيت جا هومر* جيان پاتي نہ آ ڪنهن
شاعري ڳايان ائين، جيئين اڳي ڳاتي نہ آ ڪنهن!

---

* هومر:- يونان جو ڪلاسيڪي شاعر



باک جو آواز آيو
"کير آهين؟"
مون جِئين ٽئگور کي تي گُنگنايو،
"کير آهين؟"
ڪنهن پرندي چهچهايو،
"کير آهين؟"
وڻ ٻہ تي وارو وڻايو،
"کير آهين؟"
"کير آهين؟" "کير آهين؟" ڪنهن پڇي
جادو جڳايو،
"کير آهين؟"
نِير آهين يا ندي جنهن ٻرٻڙايو،
"کير آهين؟"
تون شفق ۾ تو ٻُڌين،
آڪاس ۾ درياه ڪنهن کي تي ڪَنايو،
"کير آهين؟"
ڪنهن پڇيو تي جئن ستارن
جڳمڳايو
"کير آهين؟"

ٿي چيو سنسار "پنهنجو يا پرايو؟"
"ڪير آهين؟"
ڪنهن پئي وَر وَر اچي ٻَرٻَر ٻُرايو
"ڪير آهين؟"
ريتِ ڪڻ ڪڻ ۾ صدائن کي سمايو،
"ڪير آهين؟"

رات ۾ سورج سمايو ۽ وري
آواز آيو،
"ڪير آهين؟"
"ڪير آهين؟"
"ڪير آهين؟"



خدا آهين؟
صدين جو شور ايڏو آ، چِتو ناهين!
وَري مُنهن کي ڏئي مونا
گُهران مان طورِسينا جو
اگر ٻيهر جواب اڳ جَان،
متان اهڙو گمان آئين
تہ مان بيهوش ٿي ويندس،
متان ڇائين
تہ تون ايڏو پري آهين،
اِئين توڏانهن ڪِئن ايندس!
اِهو رستو تہ لنبو آ، مگر تون واٽ تي
مون سان ڪَنو آهين،
اِها ٻي ڳالهہ آهي، مون ڪٿي توکي ڏٺو ناهي!



آنءُ سانوڻ مينهُن آهيان،
نينهُن آهيان،
مان جهڙالو ڏينهن آهيان!
ڪيتريون مون سان گهٽائون ٿيون اچن،
ڪيتريون مون مان صدائون ٿيون اچن
مور مون ۾ ٿا ڪُڏن،
واءُ ۾ ڏس ڪيئن ٿا ڪونجَ لُڏن!
مان اُتي جي هِير آهيان،
نيڻ منهنجا واتِڙين جئن ٿا وهن،
هَر ترائيءَ تي هرڻ جئن ٿو اچان،
چَندُ تي چانهينءَ متان ٿو چانئجان،
رِڻ جا راهي ڏسو!
مون پٽِي ساهي ڏِسو!
پر شڪاري جو مٿي افلاڪ ۾ آ
جِڻ تہ منهنجي تاڪ ۾ آ،
آنءُ زخمي شينهن آهيان
پو بہ سارو نينهن آهيان!



او چمڪندڙ جا گل لُڏي
آڪاس جا جهومر ٿيو!
گل مُهر ساوڻ مينهن ۾
اڄ ڏوڀِجي زيور ٿيو،
ڳاڙها ٽِڪا جڻ نرڙ تي جهومن جُهلن!
ڳاڙهيون هيون ڪاريون هيون
جي ڪوهه تي نارِيون هيون
تن جا پڙا
اڄ ٻائريون* پيئون ڏَڪن!
تن جا گهگها
سُگهڙ سَگها
ڇاتين ڇُڳا
سڀ ڪان ڇپائن ٿا پيا!
مان راهه هُن جي ٿو تڪيان
جُهڙ ٿا جِهمن، لارون لڪيان،
هو ٻاڪ جو اڇٽي ته آ
ڀهڙو ڪٽي نچٽي ته آ

---

* ٻائري:- ٿر جي هڪ وڻ جو نالو

واريءَ مٿان ڪنهن ڊيل جي رفتار سان
۽ پٽ جي هوءَ ڊارَ تان
سورج جيان لهٽي ٻ آ،
مان تو ڏسان لوڙهو پَريان
جيڏانهن هو ڪَهِٽي ٻ آ
سامهون پڙو
پو مونگهڙو،
گهر هاڻ هِنَ جو دورُ ناهي
پر تڪِي هو مُور ناهي
پنڌ ۾ هوءَ چورُ ناهي!



ڏس تہ طارق روڊ تي هي ڪجھ اڇيرا ڇيلڙا
ڇڻ تہ رستي جي نڙيءَ ۾ ٻيلڙا
سَر جريءَ* جي لاءِ آهن؛
راهرَوُ جنهن وقت چاهِن
هو ٻَتون کولي ڪري ٿا ساھ ِتن جو بَند ڪَن،
آدميءَ جي پيٽ جو دوزَخ ڀَرن
سيخَ ڪن، ِتن کي تَرن،
مُـڱ ِ هن سنسار جي سيني مٿان ٿا ڄَڻُ ڏرن،
جاڻ تَن ڪائي نہ آ
موت جئن ڪوئي بہ ڪاسائي نہ آ
آھ جا هُن جي اَڏِي،
ساهوارِي چيز ناهي تنهن ڇَڏِي،
ڪوبہ چاهي يا نہ چاهي،
موت هر ڪنهن لاءِ آهي.

---

* سرجَري (انگريزي):ـ وَڍَ ڪَپ.



رات جو ريڙهي ڏِڪي،
هو صدر مان ٿو وڃي،
جهوپڙي هن جي پري، ڏاڍو پري
آهہ اورنگيءَ ڏي
تيهہ رپيا هُو ڪمائي ٿو وڃي
عمر مان هڪڙي ڏِهاڙي ڪي ڪٽائي ٿو وڃي
ڪير آ هُو؟ ڇا بِهاري آهہ هُو
شڪل ڏاري آهہ هُو
هن تہ توتِي مير* جو نالو ٻُڌو ناهي ڪِٿي،
هو هتي ڇا ٿو ڪَري؟
هُن ٻڌو آ ميرپور ۾ روز مڪتي باهِني،
ٿي ڪلاشنڪوف سان ٺڪ ٺڪ ڪئي،
۽ بِهاري ماريا،
ٿي سوين ديسي و ديسي ساريا،
جي هُتان تاريا ويا
(ڇو اُهي ماريا ويا، ڇا لاءِ هو ماريا ويا؟)
زندگي هُن لئہ رُڳو ٿي ٻار آ
زال هڪ مرٽينگ آهي، ماءُ وٿ آ، ڏارَ آ
آدمي انبوهہ ۾ نعرا هڻي ٿو مارجي
ڇڙ تہ ڪنهنجي ڏوهہ ۾ نعرا هڻي ٿو مارجي
نظريو ڪا شيءِ نہ آهي
هي ڇُرو، بندوق، ڇا ڇا شيءِ نہ آهي،
جا رَڪي پاڙيسري

* توتِي مير:- بِهار جو تجديد پسند ويڙهاڪ.

تا وجهن انسان ۽ انسان ۾ ايڏي وِري،
جا وِرِي تن کي ملائي ڪانه ٿي
پريت جو ڪو ڪيت ڳائي ڪانه ٿي،
نفرتون ڦٻتا ته ٻاهِن جيءَ ۾ ريڙهيءَ جيان
مان چوان ٿو اي ميان
هي سياست راند آ راندیگرِن جي واسطي
پان ڇاپاسين ٻرن جي واسطي
روز ڇڙڪي ٿي سياست زهر جِن تي،
قهر جِن تي،
تا هٽن نعرا پيا،
پوءِ مون پارا پيا
تاچڏي ريڙهي وِڙهن،
جئن ڪُتا ٻاهوڙجن
ايئن هڪ ٻئي ڏي وَڏن
۽ اُنهن جا خون ڪَن،
جي اُنهن لئه اجنبي ها.
ها، مگر تِن وانگيان هو آدمي ها،
ٻاررڙا تن لاءِ پِي ها،
هُئي تَنوڻ جي تانگھ جن کي،
چيٽ توڙي مانگھ جن کي.
نظرين سان پيٽ پاليو آهه ڪنهن؟
جئن اسان جاليون پيا ڇا ايئن جاليو آهه ڪنهن؟
جيترو سوچان پيو مون کي ته حيراني لڳي ٿي
خلق ديواني لڳي ٿي
خلق ديواني لڳي ٿي!



تون اهو سمجهي نہ سگهندين
مان فنا في الفَنّ آهيان،
ڪَنَ آهيان
جو ٻُڌي آواز تو اسرار جا
تنهن يار جا
طوفان تِي جيڪو اُڏائي تو سگهي،
خاروخس جِئَن آدميءَ جي ذات کي.
لفظ مُنهنجا ڪُن چئي گونجن پيا،
منهنجا خدا!
توکان معافي تو وٺان،
جو ويو رهجي ازل کان آءٌ جي تَنهنجي
تلافي تـو ڪَيان،
آءٌ ٻوليءَ جي پروليءَ ۾ سَوين
چنڊ تارا تـو ڏيان!
روز تِي ڏنوِٽي ڏنوين
روح مُنهنجو رُڪ وانگر ڪا عمارت تـو اَڏي،
ساهہ منهنجو سنگ مرمر تو گڏي،
تاج* سَوَ اُيري اچن ٿا اوچتو،
ڇا هئي ممتاز ڪائي آنءُ جو،
تـو ڏيان پايندگِي
ياد هن جِي کي اُجاري، زندگي،

---

* تاج= تاج محل

آجڪائي موت ڪان؟
مان اجان
روز شب پورهيو ڪَري ٿڪجان نہ ٿو،
آءٌ جو
ڪو هڪن جنءَ ڪا تہ جوئي شير آڻيان ٿو پيو
جڻ تصوّر ۾ چئي تصوير ٿِي ڪائِي تہ مان
ڪاخِ خُسروءَ** کي پچان
۽ ڪيان آزاد شِيرين کي اُتان
روز شب تيشو هلي ٿو،
پٿرن جو
ٿوائين آواز گونجي
جڻ ازل جو ساز گونجي،
ڪهڪشانَن ڪان پري نغمو وڃي ٿو
۽ اهو مون کي چوي ٿو
تنهنجي محنت رائگان ٿيڻي نہ آهي
ڊِلَ توکي موت کي ڏيڻي نہ آهي.
تون رعيّت ناهه اُن جي، ڏنَ ڪان آزاد آهِين
تون پِلي چاهين نہ چاهين،
موت تنهنجي تاس ۾ ڪا بادشاهي ڪانہ ٿو ماڻي سگهي
موت هڪ پٽو تہ تنهنجي لاءِ آ
پر غلاميءَ ڪان سوا
تقدير ان جي ناهه ٻي،
تون امر آن، هارَ آهي موت جي،
همعصر! تون آن سَراسَر اَجنبِي
تون اهو سمجهي نہ سگهندين!

** ڪاخِ خسرو= خسروءَ جو محل جتي شيرين بند هئي.



وان گوگ!
تو ائين پَرندا ڏٺا ها
ڪيت سَو سورج مُکيءَ جا
جئن شفق ۾ مان ڏسان ٿو،
۽ چوان ٿو:
"رات جو سورج مکي مرجهائجن ٿا،
جئن اُهي پڻ ڏينهن تي سونو پگهارن سِجَ ۾،
ائن نهارن سِجَ ۾
جڻ نہ هو نظرون جهڪائيندا ڪڏهن،
۽ نہ هو ساري ٽپت ۾ سر نوائيندا ڪڏهن!"
وان گوگ!
شاعري منهنجي بہ ائن آ، پر اُها ڪو نظم آ
يا بيت آ
سِجَ ۾ سورج مُکيءَ جو ڪيت آ.
اڪ جُهڪائي ناهہ جنهن،
جيستائين موت جي اونده ڪَڏهن،
رات جئن اُن تي لَهي،
ذات منهنجي تي اچانڪ ڇانئجي!



تو وجان مان،
هڪ ڇڪيءَ سان تو ڇنان مان
هاڻ تون زنجير قابو ڪَر اِهي!
هاڻ تون زندان اُوچا ڪَر، نہ جئن ڪوئي ٽپي!
آءٌ هر ديوار کي
هڪ ٺوڪر ساڻ ڍاهي تو وجان،
زندگانيءَ سان نباهي تو وجان،
جو بہ چاهيو آهہ چاهي تو وَجان،
تون متان سمجهين تہ ڦاهي تو وجان!
آنءُ هي سيڙهي چڙهان تو اُبَ ڏي،
مان رکو ڏاڪو مَٿي
پهچ تُنهنجيءَ کان گهڻو ئي دور آهيان
۽ سگهوئي دور آهيان،
بوٽَ پنهنجي جي ڪَهِي
تو اجا ناهي ٻڌي!
آءُ! پهريدار پڪڙي ڏِس، تہ تنهنجي وَسَ کان
ڪيڏو پري

جوت ٿي منهنجي ٻري،
ڪا ڏياتِي آ ازل جي هٿَ ۾،
نانءُ جنهن کي تو ڏنو آ تنهن اَجل جي هٿَ ۾
چندٻ جئن مان تو ٻران!
اي ميان! ڇا تون اجان....
بوٽَ تُنهنجي جي ڪَهِي
کهن ڇِڄي؟



مان سَرووَر آهيان
هنس وانگر تون اچِي اُڏري وئينءَ
ايترو پاڻي ڪِٿي گهرو نہ ملندو تو ڪنڌهن!
تو چيو ٿي اي چَرِي
آنءُ تنهنجي عشق جي
هامَ ڪا توسان هَڻان
ڪي چميون ڏيان ڪجهہ تہ پاڪر ۾ ڪٽان،
هي تہ منهنجي لاءِ باسِي رِيت آ،
ڇا اکين ۾ تو ڏٺي، تو لاءِ مون جا پريت آ
پريت جا سنگيت آ،
ڇا رِڳو تون چَنگ آهين جو چُمان؟
ڇا رُڳي وِينَا ڇُهي جنهن کي ڏسان؟
آءُ، آهي باک ٿِي
آءُ منهنجي پيروِي
آءُ مان تنهنجي اَمرتا آهيان
آءُ مان توکي اهو آلاپ ڏيان
جوصدين کان ڪنهن ڪَوي
ڪنهن کي ڏنو ناهي اَجان،
صبح کو اهڙو پِنو ناهي اَجان!



تـو جوا خانو ڀري، ٻاهر ڀئي برڪا پَئي
جاءِ هِي آهي جُوالا پَٻَ وَٽِ!
ڪيئن چئجي تـو ڦُتِي اُن مان ڪنّهن لاوا پَئي!
هونءَ جهرمر نانهه گهٽِ!
هر جُواري تـو جَلي جرڪي هِتي،
ڏس ته ڪنهن جَرڪي هتي ڪيڏيون مَچيون ڳِرڪائِيون!
هانوَ همياڻيون هَٽن سان ڪوليون ۽ اشرفيون ڦهلائيون،
ڪيتريون ٻـهه ٻـهه اچن ٽيون ٻوليون،
ڪيتري تـه تـه ٽئي ٽِي بي سبب،
۽ جُوالا ۾ پيو لاوا تَهي،
موت سـِ تاڙي پيو تـو توليون،
ڳِگَ تـي هُن جي وَهي
جِڙ چِتي راڪاس ڪي جُجڪِي اچي تـي بي سبب
۽ چوي تـو هيءَ سـِ اوندو ڪيان،
هيءُ ميزون، هيءُ ڪرسيون، هيءُ ماٺهو، لوپُ لـِ اوندو ڪيان،
هي جُوا خانو سڄو پاڙون پَٽي،
آءٌ هر ڪنهن ڪي جَهٽي
ائن مٿي اُڇلائيان،
تاس جا پتّا جِئين هارِيَل جُواري خار ۾
تـو مَٿي اُڇلي سَٽي،
مرد پنهنجا سوٽَ پائي

عورتون لاليون لڳائي،
هاڻ جي چھ چھ ڪري
خالي ٻتون پنھنجا پري،
جيءَ ۾ تا جھلملائن،
قمقما رخسار جن جا، جوت سان تا جڳمڳائن،
تو انھن کي اِيئن بولاتيون ڏياريان،
جام اھڙا تو پياريان
جو وري جاڳن نہ ھِي،
۽ نہ تن جي لاءِ ترسي رات اوجاڳن پري،
سِر صراحين جيئن توڙي تو پيجي پورا ڪيان!
ڪيترو ترسان اجان
اڄ جواالا جيءَ ۾ لاوا نہ تو سانيي سگھي،
جيئن ڪنھن جو جيب ھت پئسا نہ تو سانيي سگھي.



كونجَ! تون ڪاڏي وَئينءَ؟
رات ڪيٿيءَ ٿي نِهاريو،
ڪُونجَ! تون ڪاڏي وئينءَ؟
ٿي لڪن تو لِئہ پُڪاريو
ڪُونجَ! تون ڪاڏي وئينءَ؟
ڪَرڪنڊِي ايندِي هئينءَ تون
سانت ٿي تو لاءِ ساريو،
ڪُونجَ! تون ڪاڏي وئينءَ؟
مُرڪ تنهنجي ڏُڌَ منهنجو
آنءُ تو بن هانوُ هاريو
ڪُونجَ! تون ڪاڏي وئينءَ؟
آگَريون تارن ڍِ گهيري
تو طرف مون ڪي اُياريو،
ڪُونجَ! تون ڪاڏي وئينءَ؟
آنءُ جو آڪاس آهيان
آنءُ تو لِئہ ڪيئن ڌاريو؟
ڪُونجَ! تون ڪاڏي وئينءَ؟
ڪُونجَ! تون ڪاڏي وئينءَ؟



لوڪ سارو ٻوڪ آهي
لوڪ کي للڪارِ تون،
يا تہ ڪَرڪَن بند پنهنجا ۽ نہ ڪُجھ ويچارِ تون!
جو بہ هُو تو لئہ چَئي، ڦِتڪارِ تون،
جي ڪَرين ٿي پيارُ ڪنهن کي، بس اُنهيءَ کي سارِ تون
جٿِ هوا ۾ هانوُ ڪولي، گُل لُڏي،
سِجُ جٿ درياه ۾ چاهي ٻُڏي
هو اُنهيءَ ۾ ٿو وَڃي،
ڇا بہ ٿيون لهرون ڇَوَن، هو ڪونہ ٿو ڪنهنجي مَڃي،
سينگَ پاٽيءَ ۾ سڃي
ڪنهن شڪاريءَ جِيئَن نڪتو آهہ هي؟
ڪيئن چوان تاڙي پيو ڪهڙي مَڇِي!
موت جِي
ڳالهڙي تو مان اجا ناهي ڪَئِي
تون جوانيءَ تي رَسِي
زندگيءَ جي پيارِ ۾ مخمور آن
ويجهڙو وينهي تہ آن پر دور آن،
آنءُ پيريءَ کي پُڄي،
شام نيريءَ کي پُڄي،

سونَ جي زنجير ۾ سِج جي اسيريءَ کي پُڄِي،
جڏهن تہ تُنهنجي پيار کي ائن تو ڏسان،
سجّ لهرن کي ڏسي جنهن دور تان،
پيار جي پوئين چُمي تِن کي ڏِئي،
ائن وڃي تو هو ٻُڏِي.
رنگ هُو پنهنجي شفق جو تو ڇڏي درياہ تي!
آنءُ تُنهنجي ساهہ تي
ائن شفق تو لِئہ ڇڏي ويندس پرين!
تو مٿان مون کان ڦرين!
لوڪ سارو ٻوڪ آهي.



آنءُ، ڪوجهي اڪَ، ناممڪن مِني!
تو ڪڏهن مون ۾ ڏٺي
ڪا تمنّا عمر ۾ سونهين نہ جا؟
آنءُ سارا عشق جا رستا ڏٺا
جي مُڙي شهراهہ تي پهتا اَچِي،
آنءُ جاڻان تو تہ هي چَپ، هي اکيون،
هيل تائين رَبّ جي آهن رکيون
نيٺ مٽيءَ ۾ مِلِي
تي وڃن هڪ ڪوپِري
جا لڳي اهڙي، لَڏي جَهڙي هئي ينيور ۾
پو ڏِنو مون اُپَّ تي چانيل گهٽا گهنگهور ۾،
لُڙڪ ڪجهہ برسي پيا
جا هُئي سَسئي اُها؟
ڪير جاڻي زندگاني جي حقيقت مون جيان
سپ صداقت مون جيان
هي تہ آهي ڳالهہ ہي
روح آهي آرسِي!
سونهن تُنهنجِي ڪي ڏِسِي جي ترورا جِهمڪن مِني!



چنڊ جهڙي! اڄ تہ چوڏس رات آ
تون ڪانہ آهين.
تو بنان هِي رات منهنجي مات آ،
تون ڪانہ آهين.
ڏس گهٽائون ٿي ويون گهنگهور اڄ،
ڏس تہ اولهہ ڏي پـري برسات آ،
تون ڪانہ آهين.
تو بنا هي شعر منهنجا سڀ اَڌورا،
تو بنا ڪيڏو ڏُکِي هي ذات آ،
تون ڪانہ آهين.
آءُ ٻيڙي ٿي لُڙهي منجهڌار ۾،
پارُ ٻـيو، ڪيڏي پَري جي بات آ
تون ڪانہ آهين.
ٻـولڙيون ٻـولي پيو ڪوئي پکي،
چڙ هوا ۾ تانگهہ تُنهنجي تات آ.
تون ڪانہ آهين.
چنڊ جهڙي اڄ تہ چوڏس رات آ
تون ڪانہ آهين.



چندب کان پيارا پرين
آءٌ تنهنجي تانگھ آهيان.
نينهن کان نيارا پرين
آءٌ تنهنجي تانگھ آهيان.
اُپ مان ڪيڏا ٿيا
هيل وسڪارا پرين
آءٌ تنهنجي تانگھ آهيان.
چندُ تِي ويندو رهين،
اُبَ ـ اُجيارا پرين
آءٌ تنهنجي تانگھ آهيان.
آنءُ تنهنجي اُجَ هان،
اوءِ اُجيارا پرين.
آءٌ تنهنجي تانگھ آهيان.
دورُ تون درياه ۾،
آنھ ڪا ڏارا پرين
آءٌ تنهنجي تانگھ آهيان.



جي هجان تنهنجو ضمير
چيا اهو ڪافي نہ آهي!
چندبہ منهنجو آهہ ساٿي آنءُ ڪوئي راهگير
چيا اهو ڪافي نہ آهي!
نانءُ منهنجو چيانوَ آهي، آهہ ڏرتيءَ لاءِ ڏيرُ
چيا اهو ڪافي نہ آهي!
شاعري آ شير مِريمہ شاعري آ ماءُ۔ ڪيرُ
چيا اهو ڪافي نہ آهي!
مان صليبون چو سجايان؟ چو نہ ٿيان تنهنجو خَمير؟
چيا اهو ڪافي نہ آهي!
آنءُ هان تنهنجو ضمير
چيا اهو ڪافي نہ آهي!



پرين! چندَ جهڙا، سوين نانوَ آهن،
رڳو تون نہ آهين.
اجا نينهن مون سان پيا تا نباهِن،
رڳو تون نہ آهين.
وِرَهہ کي ڪڏهن واٽ ويندي وراهِن،
رڳو تون نہ آهين.
ڪڏهن قافلا ٿي اچِي پيرَ ساهِن،
رڳو تون نہ آهين.
اجا تو جيان ساهہ سان چاهہَ چاهَن،
رڳو تون نہ آهين.
رڳو تون نہ آهين.



گيت منهنجا
تون هوائن کان بہ وڌ آزاد آهين
۽ گهٽائن جيئن تون اُبري سگهين ٿو
تون پرندا ٿي سگهين ٿو
آشيانا ڏُور جن جا بادلن جي بود ۾
جڻ ازل جي گود ۾،
ڏُور، ڏرتيءَ کان پري لُڏندا رهن ٿا،
۽ شفق جي رنگ ۾ ٻُڏندا رهن ٿا،
وقت جي وهندي نديءَ جو چوڙ آ جنهن جاءِ تي،
وقت جت بيهي ڪري ۽ سَهمجي،
جڻ تہ نشّي ۾ اَچي
تو ٻُڌي اُن لات کي
گيت جي برسات کي
سونهن جي سوغات کي
جڻ تہ پونم رات کي
تو تَرنّم ۾ سمايو آهہ اڄ،
اِئَن ڳايو آهہ اڄ،
جَئَن خدائون ناچ ڪن
مست ٿي ڪارِيون گهٽائون ناچ ڪن،
جئن ڪِٽِي رابيلَ خوشبوءَ ۾ هوائون ناچ ڪن

۽ بسنتن کي ڪرين تون واٺڙو
جڻ ٻُڌو
ائن سُڳنڌن سان ڀريو
گيت اڄ تائين نہ آ.
مشعلون ڪيئي مگر تن ۾ ائين ڪوئي ٻَريو
گيت اڄ تائين نہ آ
۽ شفق جي سمنڊ ۾ ايڏو تَريو
گيت اڄ تائين نہ آ،
آه جو شعلا ازل جا ۽ ٺَريو
گيت اڄ تائين نہ آ.
گيت منهنجا
ايئَن ڳاءِ
گيت ائن لهرون ڇُلاءِ
نوح جو سيلاب ٿي،
تنهن ازل جو خواب ٿي
جو اَبد جي گود ۾ جاڳيو نہ آ
نيڪ بَد جي گود ۾ جاڳيو نہ آ.



ننڍ تـي توڪي اَچي اي باَيزيد*!
ڪنهن بہ مرشد يا مُرِيد
ڇا عبادت هِئَن نہ ڪَئِي آ؟
دُور راتين جي رئِي آ
چنڊ منهنجي سات آهي، باک تِي آ
رابعا بصري* کَڙي آ
۽ چوي ٿي ڪير هئن نغمات ۾ گم ٿِي ويو آ
اِيئَن گم سُم ٿي ويو آ
عرش جا آواز جيڪي ها اَلِپ
ڳڙ ٿيا هِن لاءِ سَپ
۽ لڳي ٿو ايئَن اَپ
جڻ تہ سجدي ۾ پيو آ،
عشق جو جلوو ويو آ
دور تائين،
هيءُ سجدي ۾ نہ هوندي آهہ سجدي ۾ سدائين،
هيءَ عبادت ڪنهن ڏني آ؟
هيءَ ڪهڙي نعمگي آ
موت تائين ڪانہ ٿي جيڪا کُٽي،

* بايزيد ۽ رابعہ بصري= بہ مشهور صوفي

صبح اونده مان ڦُٽي
يا رات ٽي،
هيءَ پٽي ٽي گونجي،
ڪَنَّ ڏيو ڪَرَوِبيو**!
هيئن ڪو راڳي ٽيو؟
ماڳ جنهنجو موت آ يا زندگي آ
راڳ ۾ ڪائي عبادت ٽي رهي آ.

** ڪَرَوبي= فرشتو



پيار ۾ سڀ ڪجھ جَلي ويو،
پيار تنهنجو گيت تِي ويو
رَڪ جو ٽيٽو نہ آهي.
جيڪڏهن ذرتي مٿان آهي ٻُجهي ويو،
هو شفق جي آگ ۾ گلزار ٿـي ويو،
جڙ براهيمي روايت جو وري ديدار ٿـيو آ؛
آگ پيئي آ ترڙي، جنهن جا اُلا
ٿـي گلِ لالا ويا
دشت ۾ ڪوئي عجب اسرار ٿـيو آ.
۽ جڏهن ڪان پيار ٿـيو آ
ٿا فرشتا هيٺ مون ڏي ائن ڏِسن،
جڙ تہ ڪنهن پيغمبري جئن آهِ فن؛
ڪنهن ڪليسا جيئَن منهنجي شاعري
رَنگَ، پٿّر مان جڙي،
ٿـي سَجائي جڙ تہ تُنهنجي مورتي؛
۽ جڏهن ڪان پيارَ، توسان پيارُ ٿـيو آ
۽ ڳجهو اقرارُ ٿـيو آ
جڙ نئون سنسار ٿـيو آ،
شاعري منهنجي ڪِڙي پئي آ اِئين.
تـو ڪِڙي گل مَهر مون درَ تي جِئين!

◉

سُئي رات جي
ڏاجُ ڪنهن جو ازل ڪان اُٺي ٿِي؟
ستارا پيا جڳمگائن
ڪڏهن چنڊ اُن جي رَئي ۾ لڳائن،
ٻَرن ٽيون ڪَتيون، ڇا تہ آهہ آرَ تِن جي!
ڳجهارت ٻڳي ناهہ سنسار تِن جي
ٻُڌايو تہ آ ڪُنوار ڪهڙي؟ رڳو روز ڏولِي سَجي ٿي
ڪَويءَ لاءِ ٻولي سَجي ٿي
ڪئي آهہ جنهن پريت اُن سان انوکِي،
سڄي عمر رابيل پوکِي،
هوا ۾ ڦُٽي جا جڏهن لهلهائي،
پرين سارَ تُنهنجي تڏهن واءُ ۾ اِئن سمائي
جئين واسُ گل مان وڃي ڦهلجي ۽ زمانو معّطر ٿئي ٿو،
سڄو ڪارخانو معّطر ٿئي ٿو،
جِتي چنڊَ- چُوڙيون ٻَٽائي پيو ڪو،
جتي روز جُوڙا سجائي پيو ڪو،
چوي ٿي خدائِي
اجهو ڪُنوار اِئي
اچا پنڌ ۾ آ!
اچا پنڌ ۾ آ!
اچا پنڌ ۾ آ!



رات جو ايندي نہ ڪر
لوڪَ توتي ٺهڪڙا ڏيندا ويا ٿي،
سانت کي ڪجھ ڇهڪڙا ڏيندا ويا ٿي.
سانت جا پردي جيان
آھ ڪِرڪيءَ جي مٿان.
رات جو ايندي نہ ڪر
چَنڊ جي چغلي هٽِي،
تو پُراڻي هيرَ کي پورو ڪري،
هوڏسي رخسار تنهنجا ٿو جَلي،
پاڻ کي پو ڪٿن جَهلي!
رات جو ايندي نہ ڪر
واءُ آ ڏُوتِي وَڏِي
دُور تائين زلف تنهنجي جي وئي خوشبو کڻِي،
۽ چمي گويون ٿِيون،
داغ توتي لاڪ جو لويون ٿيون!
رات جو ايندي نہ ڪَر
تو نہ تاڃي خلق جي گُل رنگ ڪِئي،
ڳالھ جا تو سَنگ ڪِئي،
واءُ ۽ رابيل جڻ وَئي ڦهلجي
(واءُ ۽ رابيل ڪئن رهندي ڳجهي!)
پو بہ مون ڏي تون مِٺي،
رات جو ايندي نہ ڪر!

⑥

آءُ تنهنجي لاءِ پوکيا ڪيترائي گيت آهن،
جي چنڻ چاهين ته آءُ!
آءُ تنهنجون ئي مُرڪون پوکيون، تن کي ڏسڻ چاهين ته آءُ!
آءُ تنهنجي آرسي درياهه جئن، اُن ۾ لڏڻ چاهين ته آءُ
چنڊ سان مون ۾ ڪُڏڻ چاهين ته آءُ!
آءُ تنهنجي لاءِ جهولِي
آهه ڪولِي،
آءُ تون راڌا جيان مون ڏي اچڻ چاهين ته آءُ!
بنسري منهنجي ٻُڌڻ چاهين ته آءُ.
هن سُريلي سانت کي پنهنجو ڪرڻ چاهين ته آءُ!
مورڻيون اُن تي نچن ٿيون ڪئن، ڏِسڻ چاهين ته آءُ!
مان صدين کان آس ۾
چمڪڻين جي واس ۾
تو ڏسان پيلن گلن کي اڄ گلابي سانجهه ۾
ڪنهن شرابي سانجهه ۾
ٿيڙ ڪائينڊي نه تون ايندينءَ ڪڏهن؟
پيٽ پنهنجي پيار جي ڏيندينءَ ڪڏهن؟
تون جِيان وَن واس جي هي جيت آهن،
آنءُ تنهنجي لاءِ پوکيا ڪيترائي گيت آهن!



هي ويڇڻ جي مند آ، ڪِينجَهر! پکي ويندا هَلِي،
سيءَ ۾ جنهن وقت خالي ٻيڙيون
تيون ڪناري ٻيڙيون
باهڙيُون ٻَرنديون نہ پو،
آڙين جي اکڙين ۾ روشنيون ترنديون نہ پو،
گندريون پنهنجن تَرن ۾ ونديون،
آ تنوڻ جي تانگهہ جَن ۾ تَن گهرَن ۾ ونديون،
واءُ جون سِيرون سَرَن ۾ ونديون،
ياد ايندي موت جي
۽ صدا ڪائي سڏيندي موت جي
۽ اُداسائي هوا ۾ هُرڪندِي،
بيوفايون ياد ايندون، دل تہ ڄڻ آهي بَندِي
دل تہ ڄڻ زنجير کِهليندي وَتي،
هر قدم تي تي ڏکي تيندي وَتي،
سارَ تنهنجي آ هوا ۾ اَي سکي ويندا هلي،
سپ پکي ويندا هلي!



دل وري توکي پُڪاري

آءُ ڪينجهر جي ڪِناري!

ڪو تماچي تڙ ڏٺي هت ڪونہ آهي،

مان جيان ڪنهن جي سَهاري، آءُ ڪينجهر جي ڪِناري!

ٿا ڏسون جنهن کي تہ آهي پاڻ ۾ پورو هِتي هُو،

ڪوبہ ناهي ڪنهن پَناري، آءُ ڪينجهر جي ڪِناري!

اڄ مياڻيون ماتِ آهن ڪابہ چُرپر ڪانہ آهي،

ڪجھ بہ ناهي ڪنهن بہ ڪاري، آءُ ڪينجهر جي ڪِناري!

سِڄ آهن آنگرُيون پنهجون اَنبورَن وانگيان، پَر

ڪيرُ اوچي سِر نهاري؟ آءُ ڪينجهر جي ڪِناري!

چانوَ آهي نانءُ تُنهنجو جيستائين پر پيارا،

نانءُ دل ڪيسين ڏُتاري؟ آءُ ڪينجهر جي ڪِناري!

اڄ چوان ٿو هانءُ ڏاري، موت ٿو بي وقت ماري

آءُ ڪينجهر جي ڪِناري!



تون مَرين اِليٽ* جيان يا تون مرين پائُونڊ وانگر
يا مرين ٿـو زندگيءَ جي ڇُونڊَ وانگر،
فرق ڇاهي؟
موت سڀ جي لاءِ آهي!
شاهه هو ايران جو
مصر ۾ صدمو سَهي سَرطان جو،
ڪالهه فردوسي ڇَپائي،
جي مُئو ڪنهن ڪنڊ ۾ پاسو ورائي،
فرق ڇاهي؟
موت سڀ جي لاءِ آهي.

* اِليٽ ۽ پائونڊ، ٻئي انگريزيءَ جا عظيم شاعر جي ڪجهه سال اڳ گذاري ويا.



ڳالھ جا اِليٽ چئي پائونڊ ڀي
اڄ بہ رَهبي ڳائِبي،
ياد ايندو ڪونہ فردوسي پَڙهي،
شعر جي سُهڻيءَ ڇپائيءَ کي ڏسي،
جنهن ڇپايو هو انهيءَ کي شان سان،
زندگيءَ کي پان جان
تو مزي سان موت ٺُوڪاري ڇَڏي،
شاھ جئن ڪيئي ڇَهي واري ڇَڏي،
ڪيترا ساڃي ڪِهي ٽاري ڇڏي.
ٻيو ڪپي ڪهڙو ثبوتُ
”پرده داري ميکند برقصرِ قيصَر عَنڪبوتُ
چُغد نوبت مين زند برگُنبذِ اَفراسياب“
اوچتو ڦاٽي پوي ٿو زندگانيءَ جو حُباب
زندگي جڻ آھ خواب
ٿي ڪڏهن خوابِ پريشان ٿي وڃي،
موت ڪنهن جي ٿو مَڃي!
حافظ ۽ خيام ڪان پر هو ٻَڃي،
نيٺ سَڪتي ۾ اَچي
تو هڏا تن جا ڏسي،

جڏهن ته ڪي ٿنيا ڏسي
سنگ مرمر جا هَوائن ۾ مَٿي!
ڏند اهڙا موت کي
ڪونه آهن جو ڇپاڙي شاعريءَ جي خواب کي
آب ۾ مهتاب کي،
ساز بربط جو ٻُڌي
موت ٻي
سِر جهڪائي ٿو ڇڏي
حافظ ۽ خيام کان هو منهن ڇپائي ٿو ڇڏي.



ماءُ منهنجِي
تون جڏهن مون کي ڄڻي
ڏوجهرن ۾ ڏٺي وَئين۽ ٻي ڏيه ڏي،
پيچرا ڪيڏا پيا مون جهاڳڻا
جاڳَ ـ سپنا جاڳڻا
تون ڏٺي ويئين۽ مون کي،
۽ ڇڏي ويئين۽ مون کي.
پُٽَ! هي سنسار سارو ڏُکَ آهي
ڪِجَّ ۾ تو ڇو نہ مون کي تي ڪنيو؟
ڇو نہ اڳتي تي ڪنيو؟
ڇو ڇڏي وَيئين۽ هِتي
۽ اڪيلو ئِي لَڏي ويئين۽ پرانهن پارَ ڏي
سانت جي سنسارَ ڏي،
سانجهہ تيندي سجَ جنهن ۾ تو ٻڏي،
ڇو وئين۽ مون کي ڇڏي؟
ڇو وئين۽ مون کي ڇڏي؟



رقص ڪر!
مورَ سان جنهن ريت ڪارونجهرَ ڪَڪر
رقص ڪن ٿا
۽ هوائن ۾ ٻرن ٿا
ٿي ڏياتيون،
زندگي ان کان چڱي ٻيو ڪيئن ڪاتيون،
رقص ڪر!
واءُ ۾ گل رقص ڪن ٿا
جئن ترن ٿا
ٿي اچي شبنم، چُميون تن کي ڏئي،
واءُ ٿي آغوش ۾ تن کي نئي
۽ نچائي باڪَ جو،
جهانجهرا پو سج وڄائي باک جو
تو اُنهن سان گڏ نچي،
۽ جڏهن ڏرتيءَ مٿان تو هُو اَچي
چڙ سندس ڪِرٽا گلن کي ٿا چمن،
رقص ڪن.
رقص ۾ هُو ڪائناتون ٿيون وَڃن
ڪيستائين سي وَڏن،

ڪيئن چئجي!
آ ازل کان رقص جاري، ڪير تو تِن ۾ نچي
ڪير هي رَقّاص آهي
پيرَ تو ڇَمر ڇَمر ڪَري،
آءُ ڀانواتي نہ ايندي
جي انهيءَ جي طائفي ۾ رَقصُ ٿيندِي
زندگانِي
عمر فاني،
رقص ڪَر!
ايترو تون رقص ڪر اي چُلبلي
جو وجي هر شيءِ ڀُلي!
رقص ئي رهجي وڃي،
رقص ئي رهجي وڃي!



## (فون- ڪال)

گھاءُ آيو جڏ چُريءَ مان
بمبئيءَ مان
مون ٻڌو آواز تُنھنجو-
سنڌ جو ڪيڏو سُريلو
سَڏ ھو!
جڏ تہ مون سان گڏ ھو!
جڏ تہ ڪوئي مَڏُ ھو
جو ھيو درياھ جي ڇولين مٿان،
ڇنبڙِي اُن ڪي اچان
ڪنھن پڪاريو: ”تون ڪٿي ميھارَ آھين؟
”ڏارَ آھين
”مان ٻڌان ٿي پو بہ تون وسِرين نٿو
”دورُ دل کان تِين نٿو!
”دورُ دل کان تين نٿو!!“



جيستائين هي سفر پورو ٿئي
ياد تُنهنجي ٿي اچي
هاڻ ايڏو دور آهيان،
موت کان پو ڪيئن چئجي دور کان تون دُور هوندينءَ!
جي ملينءَ مون کي ڪٿي
شَڪُ پونلو مون ڏنو آهي ڪٿي!
"هيءُ چهرو هيءَ سونهن،
"هي رهي آهي ڪٿي منهنجي ورنهَن
"مينهَن، آگم، ساوڻيون،
"مون هَنيون هِن سان ڪٿي ڪلم چانوِڻيون؟
"ڪيئن چئجي، ساٿُ هو هِن جو ڪٿي؟
"آنءُ هن سان جُهوليو هان انب ۾ جهولو ڪٿي؟
"هيءَ هُئي يا ٻي هُئي؟
"ائين لڳو خوشبو ته جڻ ساڳي هئي
"واءُ جي جهلڪي جيان
"جا اچي ويندِي رهي،
"پر ڪئن چوان..."



کيترائي سال تون
جڻ تہ سارنگيءَ منجھ سِرجين پَئي
اوچتو اي مدَ مَئي
سُرَ جيان سِرجي پئينءَ
گيت ڪوئي ٿِي وئينءَ
آنءُ سارنگيءَ ۾ ڳوليان پيو، اُن ۾ ڪٿي رهندي هيئنءَ؟
سانت ايڏا سال ڪئن سَهندِي هئينءَ؟
چو نہ تون ٻاهر اَچي ڪَهندي هئينءَ؟
سازَ جي سنسار سان
اڄ تہ ڪيڏي پيار سان
تون ٻُرين پيئي پِرين،
کيترائي گيت تون ڏِيئي پرين
پوءِ چو گم ٿي وئينءَ؟
اوچتو گم ٿي وئينءَ!
جڻ تہ تون موتي وئينءَ
سارنگيءَ جي تارَ ۾!
آءٌ تنهنجي سارَ ۾
ڪيتري ڳولا ڪئي
ساز ۾ ڦولا ڪئي
ڏِسُ تہ منهنجا حال تون!
ڪيترائي سال تون.....



کيستائين نانءَ تنهنجي کي ڇپايان،
ڳالھ جو تنهنجي ڪڏهن نڪري پئي،
چاندني چمڪي پئي،
۽ سوين رابيل جا گل ائن هوا ۾ لهلهائي
سَو سوڳنڌون ٿي ويا، پَنهنجي پَرائي
پاڻ ئي سمجهو ته تنهنجي ڳالهڙي پيئي هَلي،
ڪونج کي هر ڪو سُجاڻي ٿو وَٺي
پل نظر کان دور هو ڪَرڪَر ڪَري،
۽ شفق جي رنگ ۾ ڀَر ڀَر ڪَري!
تون متان مون کي ميارون ڏين ڪڏهن؟
آنءُ آٽيان ٿو جڏهن
شاعريءَ ۾ نانءُ تنهنجو،
جڻ اُنهيءَ کي آنءُ ويڙهيان ٿو تڏهن
ڪنهن صحيفي وانگيان،
پو به پَڌرِي آن پَريان،
تون ئي چئُه مان ڪئن ڪَريان؟
ٿي تِرِڙي رابيل تو مان، واسَ کي هُو ڪِئن پُلن!
واءُ ۾ تنهنجون پَيون ڇوليون ڇُلن،
ڇا ڪيان جو سڀ پروڙي ٿا وڃن،
چئُه ته ڪئن توکي لِڪايان؟
کيستائين نانءَ تنهنجي کي ڇپايان!



تون نہ آن جا شاعريءَ ۾ ويسِ پائي تِي اَچين
جيءَ ۾ جادو جڳائي تِي اَچين
ڪيترائي گيت ٿين،
(جَڳَ تي هن جندڙيءَ جي جيت ٿين)
گيت جن ۾، مون پـريو تُنهجين چِڳن جو واس آ
گيتَ جِن ۾ ڪوتہ سُرهو سواس آ،
نانءُ جو تنهنجو اُپاري ٿو پيو،
ڳالهہ تنهنجي ڪا تہ ساري ٿو پيو!
چاندنيءَ کان تون چِٽي آهين جِيئن
گيت منهنجو آ اِئين،
نربدا ۾ چنڊ ويندو ٿو رَهي
چَنڊَ سان گڏ مَنڊ ويندو ٿو رَهي
آنءُ توکي ٿو ڏسان
جا ڪڏهن سندوءَ مٿان
دُور تان ڏِسندي هُئينءَ
روپ ڪنهن ۾ ۾ مگر ساڳي هئينءَ،
آنءُ تنهنجي روپ کي ڏوران سَجائي ٿو وٺان،
مور بادل کي پريان
جئن سجائي ٿو وجي؛

هن جنم ۾ ئي منش ٻيِ ٻيِ ڪهاڻي ٿو ٺئي،
رات جي راڻي جڏهن آڱنڊ ۾ منهنجي ڦٽي،
مون چيو تون ويجهڙي
ٿي رهين ڪنهن جاءِ ۾، مون کي نہ جا معلوم آ،
عشق جو معصوم آ
پيار کي يڪدم پڇاڻي ٿو وٺي،
گيتَ ايندي ئي چوي،
تون تہ آن پنهنجون سڳنڌون جا مٿائي ٿي اُڇين!
تون تہ آن جا شاعريءَ ۾ ويس پائي ٿي اڇين!



مينهَن ايڏا مانگھ ۾!
آنءُ تنهنجيءَ تانگھ ۾
باک تائين راتڙيون جاڳان پيو
هيءُ پڻ سمجهان پيو
تون نہ اچڻي آنهِ ڪنهن برسات ۾،
آنءُ تنهنجي تاتِ ۾
تو گهٽائن کان پُڇان
رات ڪا هُن تي مَٿان
آ اوهان ڪاتِي ڪٽي،
مَڏ جي اهڙِي ڏني ماتِي ڪٽي؟
۽ اوهان آهي ڏني
پيار ۾ مون جيئَن پانواتِي ڪٽي؟



موت جي منجهدار ۾
آرَ ڪان اڳتي وڏي اِئن تارَ ۾
ڪير ٿو تو جئن ٽُٻي ڏي،
۽ وَڃي ٿو پارِ پهچي!
ڪنهن پرانهينءَ سارَ ۾
ڪير ٿو گم ٿي وڃي،
۽ نہ ٿو پيرو پڇي؟
سِڄُ جو سَر ۾ لٿو، ڪاڏي ويو!
هنج جو اڏري ويو، ڪاڏي ويو!
تو نہ ڄاتو موت مصريءَ ترُ هيو!
ڇو ائين ڪوڙو پئي توکي لڳو؟
توهہ جهڙيءَ زندگيءَ ۾ هو نسورا وَڙهُيو،
پوءِ ڇو توکي اُٽائو ٿي لڳو؟
واءُ ڏس ڪيڏو سٽائو ٿي لڳو،
ناوَ جئن ويئي انڌيري ۾ هلي
۽ وري ظاهر نہ ٿي!
ڪُنَ ڪيڏا ٿا ڦِرن
موت جي گهيري جيان؟
آدمي انڌير اونهي جا ڏسن ٿا،

پو ٻہ پَرتي ڪوبہ اُلڪو ڪونہ ڪَن ٿا،
جيستائين هو مَرن ٿا،
۽ ٺَرن ٿا
تا وجن ڪيڏانهن اُڏري واءُ جي ڦيري جيان!
زندگي ڊيري جيان
روز کُلندي ٿِي رهي،
جيستائين واءُ ۾ ڪاٿا ٿِئي
اوچتو ڪوئي لَغڙ؛
واءُ کو ڇاٽي نہ وَڙ
تو لغڙ اُڏِري وڃي ڪيڏانهن کو ڇاٽي نہ ٿو!
کو ڇِڪي آٽي نہ ٿو
ٻار حيرت سان ڏسن ٿا
اَبُ عبرت سان ڏسن ٿا

نوٽ:- هن نظم ۾ ٻہ وزن آندا ويا آهن، پر اها ڳالهہ اُن جي ترنم کي گهٽائي نہ پر وَڌائي ٿي.



آءٌ پاڳل ڪونہ هان،
رات ساري ٿو لکان
ننڊ کي پورا ڪَري،
جاڳَ تي ٿورا ڪَري
هي ڇَپر ڇڻ کي ڪَپر
ملندا نہ جي
رات جي درياهہ جي پيٽي نہ پَر،
وهندو وَيجي، ڪيڏا نہ سَر
تَنهن جي ڪنارن تي پَچن ٿا،
واءُ ۾ وَر وَر وڃن ٿا!
موت جا نغما اِهي
زندگانيءَ کي سُريلا ٿا لڳن
گيت نيلا ٿا لڳن
اَڄ پُڄي آڪاس تي.
هر پرندي کان پري
زندگانيءَ جي درندي کان پَري
آءٌ جنهن خرگوش کان تو لئہ نفاست ٿو وٺان،
واءُ کان اُن جي رواني ۽ فصاحت ٿو وٺان
ٿو ڪيان جاويد تنهنجي زندگي
شاعري او شاعري!



ڪَنهن سَرءُ جي شام ۾ چيريءَ جو وڻ-
تو ڏٺو اُن جو لڏڻ
۽ اُلهندي جي هوا ڏوٽيو پٽي تنهن ڪي جڏهن
تو ڏٺو ساڻي تڏهن
گل اُنهيءَ جا ڦهلجي
صحن ساري ۾ ويا-
تو سَرءُ جا سانگ ڪي تن ۾ ڏٺا؟
ڪا به شي اهڙي نہ آ،
جا بچي ٿي موت کان،
موت جو آهي خِزان
موت جو آهي مَرڻ ڪان پو جَمڻُ.
تو ڏٺو چيريءَ جو وڻ
ڪنهن سرءُ جي شام ۾،
۽ شفق جي جام ۾؟



گل پٽيندو تـو اَچين!
بُلبليون ڪيئي لٽيندو تـو اچين!
چَنگُ ہيجل ڪي ڏئي،
سِر ڪَٽيندو تـو اچين،
چڙ تہ جهوناگڙهہ جَهٽيندو تـو اچين!
ٺهڪَ ڏيندو تـو اچين!
ڪير آهين جو ائين گهوڙي چَڙهِي
مارِوِيُون هر وقت نيندو تـو وڃين؟
ڪوهہ تي پَرجن اچا جيسين گهڙا
تون ڪنيـندو تـو وڃين
ڪيترِيون پاٽياريون
پائِر- پِرهہ کان پياريون!
واءُ ۾ تون ايتريون ڪَشتيون هَلائيندو ائين،
پار ڪهڙي تـو وڃين؟
راهہ ۾ ڪيڏا ڪنول پاڙون پَٽي،
اوچتو چَپو جَهلي تن کي جَهٽي،
تو پـونر تن تي رُئاريندو وڃين

۽ نديءَ ۾ آڳَ ٻاريندو وڃين!
موتَ! تنهنجو نانءُ مون آهي ٻڌو
تون اچين ٿو اوچتو
ننڊَ مان سڀ کي اُٿاريندو وڃين.
روز ٿو ٻيڙيون پري ٻي پارَ ڏي تن سان لڏين
گهر مگر هِن پار ٿو پنهنجو اڏين،
۽ پتڻ ڏي پاڻِي سڀ کي سڏين!
ڪونہ ٿو ڪنهن کي ڇڏين!
ڪونہ ٿو ڪنهن کي ڇڏين!



يا تہ تون ايندي نہ ڪر
منهن ائين رابيل جئن مون کي پسائيندِي نہ ڪر
پو ڇڏي ويندي نہ ڪر!
تو نہ ڄاڻين گل جڏهن مرجهائبو آهي ڪڏهن
روح منهنجي ۾ تڏهن،
ڪيتري آهي اُداسِي ڇانئبي
شام ناسي ڇانئبي؟
سج لهي درياه ۾ آهي ٻُڏي ويندو جئين
روح منهنجو آلُڏي ويندو ائين،
هيڪلائي تي هِري
آنءُ اپنائِي رکو آ شاعِري
شاعريءَ تي ڪنهن پئونر وانگر پِري،
تون اچين تي گهر گهِري،
جي اَچين ائن اوچتو، ويندي نہ ڪَر!
يا تہ تون ايندي نہ ڪَر!



اوچتو هُن کي اچي ڳوڙهو لڳو
۽ پکي بولاٽيون کائي ڪري پيو گاهَ تي،
۽ انهيءَ گهايل پکيءَ جي ساهَ تي،
ڪَهل باغائيءَ نه آئي ۽ وڏيو گهر ڏانهن کانياٽي کَٽي،
تي ٻَري جِت باهه جا هُن کي وڙي؛
۽ ونيءَ جي سونهن کي اُن ۾ ڏٺائين چاهَ سان،
ٻارڙا مانيءَ مٿان وينا هُيا تن کي چميائين چاهَ سان،
پوءِ ننڍڙي ڏيئڙي چاتيءَ لڳائي ساهَ سان،
هو وَري ويساهَ سان،
زندگيءَ ۾ گرم جوشيءَ سان اِئين گم تي وَيو،
ياد هن کي ڪونه هو جڙ باغ ۾ هُنِ ڪجھ ڪَيو،
هن اِهو ڄاتو نه تي جيڪو پکي ڦتڪي ڪِريو،
گيت تنهن ڳاتا پَئي وڻ تي ته هو ڦه تِي ڪريو
۽ اُهو آواز جيڪو آسمانن تي پُڳو،
اوچتو چُپ تِي ويو.
هن اِهو ڄاتو نه تي اُن کي به آڪيرو هيو،
۽ جتي آنا اچا تائين نه ڪنهن ڦوڙيا هُيا،
۽ اُهي هُن جئن پَکي تيٽا هيا،
زندگي تيٽا هيا
گيت تِن جا ڳائجي ساڳي خوشي تيٽا هُيا.



مان ايئَن ڪڏهن به نه جامُ پريان
جيسين نه منجهس خيّامُ پريان
۽ چاندوڪيءَ جي چوٽِ ڏسي
مان جامُ اُپو اُن ڏانهن ڪريان
جي سَروَ صنوبر جي هيٺان
ڪو پيار ڪيان مان ايئَن ڪيان
جو باد صبا جي جهوٽي ڪي اِئن هِرڪائي جو جِيئَن گهلي
هو زلف صنوبر جا پنهنجي
هَٿَ ساڻ لسائي اِيئَن گهلي
۽ تنهنجا زلف وِکيريان مان
ها، تن تي اِئن هٿ ڦيريان مان.



مون پيارُ تہ ڪيو آهي توسان
تو پريت سجاتي آ منهنجي؟
تون ياد تہ مون کي ايندي آن
تون هوندي آ ائن سيني ۾
جئن پاڻيءَ جي آئيني ۾
تو چنڊ ڏسي چهرو پنهنجو،
۽ لهرن ۾ لهرائي تو،
آ چنڊ بہ موسيقار جيان،
جڻ پاڻي ۾ هو ڳائي تو،
درياه بہ ڪوئي بربط آ
مضراب جيان هر لهر مَٿان
هُو واري ساڻ هَلائي تو
ائن عمر روانيءَ ۾ آهي،
۽ وِيرَ جيان ڪنهن زيني ۾
ڪو مون کي چنڊ مليو آهي،
۽ مون تي وقت ڪِليو ناهي
هي چنڊ بہ ڪلهہ جي چنڊ جيان
آ مون سان ساڻ سفيني ۾؛
هي يار ڪڏهن بہ نہ تيٽو آ
جئن عڪس ڪڏهن آئيني جو
غمخوار ڪڏهن بہ نہ تيٽو آ.



پِجري ۾ ڪڏهن تون بند نہ ڪَر
هي پنڇي جي هر وقت هوا ۾ اُڏرن ٿا،
هي ٻاهر چَهہ چَهہ چهڪن ٿا،
جنهن وقت نديءَ تي ڪِرٽا ٿِي، ٿو سِجُ هوائن ڏي موٽي؛
آزاد فضائن ڏي موٽي،
هي ڪيئن نہ ٻَهہ ٻَهہ ٻهڪن ٿا،
۽ آزاديءَ سان ٽهڪن ٿا!
هو چنڊ بہ ائن آزاد آهي
ڪيڏو نہ فضا ۾ شاد آهي
جنهن وقت وَٽن مان واجَهہ وِجهي،
ٿو ننڊَ ڏسي آکيرن جِي،
آزاد لڳي ٿِي هيءَ هوا
جا گُل گُل جي ٻَگل ڪي ٽِقڪي؛
ٿِي رمندي اُن مان واس وَٺي،
آزاد ٻوٽر ۽ پينيوريون
ماکيءَ جون مَکيون،
ٿي ساٿِ ڪٽي
۽ تن سان ڪوبہ حسد نہ ڪَري،

جنهن وقت پرِي هُو خوشبوءَ تي
کي پيار- ڪَهاڻيون ساندين ٿيون.
۽ سڀ کي اُن ڏي ڪاندين ٿِيون.
هر چيز خدا جي قدرت ۾
پابند ﮬ آ آزد ﮬ آ،
پر آنءُ چوان ٿو فطرت ۾
هي حَقّ ڏنو تو کي ﻧﮧ خُدا
تون پڃرا پَر،
۽ پنهنجي تَرِ
تون بند پکي آزاد ﻧﮧ ڪَر.



زندگي جُملي جيان آهي، ٻُڌي ڪوئي ٻہ ڏي،
موت گولِي تي اچي،
اوچتو بندوق مان،
يا حياتي توڙ تي
ٻي طرح تُنهنجِي رَسِي،
آڏ آڪري ڊاڪٽر توکي ڏِسن
اسپتالون تَنگَ ڪَن،
بستري تي ساهہ ڏين
اينگهندي تون ختم ٿِين،
يا تہ پنهنجا گيت ڳائيندي مَرِين،
مان ٻئي ڳالهيون ڏسان ٿو غور سان
۽ اهو توکي چوان
ڊاڪٽر جي ڪَر ٻُڌيءَ کي اَنُ ٻُڌو
موت ۾ تون کي هڏا آهين رڳو.
زندگيءَ جي بنسري تن کي بٽائي جي سگهين
يا تہ پنهنجي موت تائين سي وڄائي جي سگهين
سنگَ وانگر،
ڪوٺِ ۾ ويندين نہ تون،
منزلون ڪنهن کي بہ ملنديون، هِيئَن لوڙيندين نہ تون
تون بہ هوندين راهہ ۾ ڪنهن کي نظر ايندين نہ تون
جي اها تقدير توکي تي وَٽين
گيت چوندي ٿو ڪٽين
تون نہ ويندي ڪوٺِ ۾!
تون نہ ويندي ڪوٺِ ۾!



ياد ڪر، ڪجھ ياد ڪَر!
ڇا هِتي اڳ ۾ بہ تون آيو هُئين،
گيت ۾ گونجيو هُئين،
گيت تنھنجو اڄ سرنھن جا کيت جي ڳائڻ پيا
گيتُ پرڏيهي پکيِ جو اڄ بہ ورجائن پيا
چنڊ جا ڪرڻا وَسن جئن پيار تي
گيت تُنھنجو اڄ بہ ائن سنسار تي،
تو وَسي
انب جا وڻ ۾ ڪجيون
گيت تنھنجي کي ٻڌي چرڪي ويون.
جڻ تہ کي تاڙيون وڳيون تي واءُ ۾
جھنگ جون جھاڙيون وڳيون تي واءُ ۾.
ڏس تہ لاڙي عورتون،
گيت جو ڳائڻ پيون،
تو وسي ۾ گونجي،
لارَ اُن جي ختم تي ناهي ڪڏھن.
ڇا ڇيو اڳ گيت تو آهي ڪڏھن،
جو جڏھن ڪويَل چَوي تِي رات جو؛
چنڊ جي برسات سانوڻ مينھن جئن
تي وسي جنسار تي؟
اڄ سرنھن جي کيت ۾،
ڇا اهو توکي اچي تو چيتَ ۾؟
ياد ڪر! ڪجھ ياد ڪر!



گُلَ خوشبو کي چيو:
مون جڏهن توکي ڏٺو
ائن پئي محسوس ٿيو
تون ته مون مان ٿي اچين!
پو به تون مون کي ڇڏي ڪيڏانهن رمندِي ٿي رهين؟
راتڙيءَ چيو چندَ کي:
تون اگر ترسين ته توکي جيءَ ۾ جايون ڏيان،
جي ستارو ڪو پڇي
تون وڃين ڪيڏانهن ٿو؟ مان ڇا چوان؟
سَمندَ کي درياهَ چيو:
ڪوهسارن مان ڪيو
پندَ آ تو لاءِ مان،
تون ته پَرتي ٿو پڇين مون کان اچان
تون به ائن دوري رکين!
پريت اڻپوري رکين!
پوءِ چَئُه، مان ڇا ڪيان؟
پوءِ چَئُه، مان ڇا ڪيان؟



هو چون ٿا ايترو ڇو ٿو لکي هِي؟
جيترو هن وقت تائين ڪنهن لکيو ناهي ڪڏهن،
مون مَٿي گهوري تڏهن،
هيءَ سرگوشي ڪَئي،
"تون انهن کي ڏي جوابَ
ماهتابَ! او ماهتابَ!"
هُو ڇوَن ٿا ايترو ڇالهه وَيو آ ڦهلجي
گيت هن جا ٿا پُرن جَهر جَهنگ ۾،
آءٌ تنُهنجي سنگ ۾
ٿو چوان تِن کي ڏسي
"ڇا ڪڏهن رابيل کان پريات پچندي آهه هِي،
ڇو پٺي هِئَن آهه پندِ
۽ وڃي ٿي ڪيستائين هِي سُگند؟"
شام ٿِي آ
ائين نه ٿا سمجهن ته مون وٽ رات ايندي اوچتو
موت جي بارات ايندي اوچتو،
بس هنن لئهِ ڳالهه هڪڙي ئي ڳري آ
"ڏِسُ ته گهاٽي گجَ وانگر هُن پِري آ؟
"هيءَ ڪهڙي شاعري آ؟"



موت تُنهنجي لاءِ مان
هاڻِ واندو آهيان
تون اچڻ چاهين ته آءُ!
آنءُ ڄاڻان ٿو ته ٿورو وقت آهي هِي چِتاءُ،
چاندنِيءَ جئن زندگيءَ جو،
راتڙيءَ جو
رات جي راڻي ٽِڙي وينديِ ڇَڻي،
واءُ ۾ خوشبوءِ ڪٽي
واسي سَڄي وڻراهه کي،
پوءِ ڪَهڙو آسرو آ ساهَ کي؟
چاهَ کي
آهه اونو شاعريءَ جو
پر اُها اڳتي ڪڏهن پوري ڪندس
ڪنهن به جِئَن پوري نه ڪئي؟
شاعري
چنڊ کان جيڪا اُڌاري مون وَتي،
چنڊ جي جادو- بَتِي
مون ڏني اَشعار کي،
زندگيءَ جي پيار کي.
هاڻ واندو آهيان،
موت تنهنجي لاءِ مان.



ننڊ مان سپنا بَچاءِ
نظم ڪيڏا ننڊ تُنهنجيءَ ۾ جُڙن ٿا
پو مُڙن ٿا
۽ وَڃن رستو ڇڏي،
رات جون ڪاريون ڳُڦائون، وات ڄڻ ڦاڙي ڪَري
روز ڳرڪائن پيون تنهنجون سِٽون
نظم جون۔
جا ٻه اڱتي زندگي آ
جاڳ باقي جا بچي آ،
سا انهن جي رونمائيءَ لاءِ آهي منتظر
ها مگر،
ننڊ تُنهنجِي ۾ سٽون
جي سندءِ رچنا رَچيون!
ننڊ جنهن ڪي ڄڻ ڪَندر پائي وڃن ٿا
ڪاٻه وَستو وِدَيا*
جي نه ٿي ڳولي سگهي،
ننڊ جي ايڏِي اُجڙ وستي ۾ يَلا
ڪير ٿو ڦولي سگهي؟

---

* وَستو وِديا= آرڪيالاجي

نندَ پنهنجي کي ڦٽاءِ!
سڀَ جا تنهنجي اچي مهمان ٿيي،
جا صديون تو لئه لتاڙي، جيءَ سان تنهن کي لڳاءِ!
جي اها امڪان ٿي
پوئتي موٽي وئي
ڪونه سا پيهار ايندي هِن سَراءِ،
نندَ مان سپنا بچاءِ،
نظم ڪيڏا نندَ تُنهنجيءَ ۾ جُڙن ٿا،
۽ افق جو وسعتون ريٽي ڪري
روح تُنهنجي ڏي مُڙن ٿا،
سارَ ۾ تن کي سماءِ!
نندَ جا ٽُڪرا بچاءِ!



موت جئن ڪجھ ٻي عوامي ڪو نہ آ،
تون تہ خاص الخاص آن
ڪيئن ٿَهندءُ؟
هو سلامي توب جي
ڪنهن ڪي ڏِئي
لاش هُن جو ٿا ڪفن ڏِيئي ڪٽن،
ريتِ آ رومال آلا ٿي وڃن
خلقَ جا ڳوڙها ڳڙن.
لاش ۾ ڪائي بہ خامي ڪانہ آ،
پر انهيءَ ڪي ساھ ڪونهي،
موت سان ڪو ناھ ڪونهي.
موت سان ڪا بدڪلامي،
خوش ڪلامي ڪانہ آ
موت هر ڪنهن لاءِ ساڳو آ مسافر ماٺِ جو
عارضي آهي دوامي ڪونہ آ،
ڇانوَ ۾ ويهي نہ ٿو،
اُس ۾ هو پنڌ پنهنجي ڪي لنوائي ڪونہ ٿو،
ڪوبہ هُن لئہ لاش ڳورو ڪونہ آ،
ڪنهن مٿان ڪوئي بہ ٿورو ڪونہ آ.
هو تہ سڀ ڪي ٿو ڪٽي

زندگي جنهن کي جٽي،
پو سُڃاڻي ڪانہ ٿِي،
زندگيءَ جڻن ماءُ ڪائي تو ڏني؟
ٻار پنهنجي کي وساري ٿي ڇڏي
خاڪ جي هيٺان سمهاري ٿي ڇڏي
موت جنهن جي لحد کي کوٽي پيو،
چُپَ سان جوٽي اُنهيءَ کي، پوءِ هو موٽي پيو
موت جڻن مزدور ڪوئي ڪونہ آ
ڪاٻہ اُجرت هو نہ ٿو ڪنهن کان گهري
۽ نہ ڪنهن تي ٿو ڪُري،
شاهہ آهي يا گدا، آهي ٻنهي جي واسطي،
موت تي ٿو هر سفر پورو ٿئي،
جلد ٿي يا دير ۾
پنڌ اُن وٽ ٿو کُٽي.
هَر مسافر نيٺ هن جي پاس آ،
موت هر ڪنهن جو سلامي ٿو ٿئي،
موت جڻن ڪوئي عوامي ڪونہ آ.
تون تہ خاص الخاص آن
ها، مگر تون
موت لئہ ٻي جڻن عوام النَاس آن.
روز جو شاهہ و گدا ڪاهي وڃي ٿو
لحد ۾ لاهي وڃي ٿو!



مِينهَن ايڏا مانگھ ۾ ؟
آءٌ تنهنجي تانگھ ۾
باک تائين راتڙيون جاڳان پيو
هيءُ پڻ سمجهان پيو
تون نہ اچڻي آنھ ڪنهن برسات ۾
آنءُ تنهنجي تاتِ ۾
تو گهٽائن کان پُڇان
رات ڪا هُن تي مٿان
آ اوهان ڪاتِي ڪِتي؟
۽ اوهان آهي ڏني
پيار ۾ مون جيئن ڀانواتي ڪٿي؟



ڪير ٿو مون مان لکي؟
رات جو چرڪي اُٿي
۽ ائين ڪاغذ مٿان هن جو قلم
دمبلم
نقش ڪاري ٿو ڪري؟
شاعري ڪيڏي نہ پياري ٿو ڪري!
ننڍ جا درياھ ويندي، چنڊ جو چهرو پسائن ٿا پيا،
سمنڊ ۾ هر شيءِ سمائن ٿا پيا؛
ننڊ جي ڪاريءَ ڪنڌيءَ تي
ڪير روڪي
ناوَ پنهنجيءَ کي، مصوّر چنڊ جو
ٿو ڪري درياھ جي منظر ڪَشي،
۽ روانيءَ کي رَسي
چنڊ جي تصوير لهرن کان کسي؟
ڪير آهي هِي مصوّر مَنڊ جو
جِتِ جنهنجا چنڊ تارا ٿا جَهڻن؟
ننڊ ۾ ايڏا نظارا ٿا جَهڻن
ننڊ جي توڙي غشي!
هو ڪَري ٿو سَرڪشي!
ڪير هي تخليق کان ڪا شَيءِ کَسي
ائن ڏئي ٿو خلق کي،
مان تہ ناهيان!
مان تہ ناهيان!



كيترو سَمجهائِيو!
كيترو دل کي مَجايو، كيترو اُن کي چَيو!
"هن جيان آهن هزارين خوبصورت عورتون،
"جن گهڻا ۾ چندبہ جهڙيون عادتون.
"هو تہ ڪا هڪڙي نہ آ
"جا وَري ملڻي نہ آ!
"تو اَجايو تانگھ ۾
"آ وڃائي مانگھ ۾
"مڌ ڀري برسات هَهڙِي
"راتِ ههڙي!"



تون نہ ايندينءَ پو بہ منهنجي شاعري
اگ جيان هلندي پئي،
تون نہ ايندينءَ، ننڊ جون ڪاريون ڪنيزون رات جو،
چنڊ ڏوليءَ ۾ ڏيکينديون رات جو،
ڳيچ ڳائي ايندڀون،
سارَ تنهنجي ٿينديون؛
تون نہ ايندينءَ پو بہ منهنجي زندگي
اگ جيان هلندي پئي،
ء صراحيءَ ۾ ڀري
تو ڏنو جو پيار، تنهنجيءَ ياد کي
روز اوتيندي پئي
شاعري ٿيندي پئي.



سدائين سمنڊ ۾ آهيان
ڪڏهن مون پير ڌرتيءَ تي
رکيو آهي؟
هزارين ڪيڪڙا آهن ڪِناري تي
انهن هن سمنڊ جي سوداءَ ساري ڪي
چکيو ناهي،
ميان ٿو ريت جو ذرڙو، ستارن جيئَن ساري منڊ ۾ آهيان
’هئڻ‘ جي ڏنڊ ۾ آهيان
مگر چوليون الوليون روز لوليون ٿيون ڏين مونکي،
پروليون ٿيون ڏين مونکي
”ڪڏهن آڪاس جو توسان
’ٻَکيو ناهي؟
’ڪڏهن هو سِجُ جو تو ۾
’ٻَکيو ناهي؟
’سدائين سمنڊ ۾ آهين،
’ڪڏهن تو پيرُ ڌرتي تي رکيو آهي؟“
يَلا مان ڇا چوان تن کي؟
اَلا مان ڇا چوان تَنِ کي؟



تون چوين ٿو موت تي ڇو ٿو لکان؟
ايتريءَ ڳڻ ڳوت تي ڇو ٿو لکان؟
زندگانيءَ تي لکان،
۽ اڃان پنهنجي وچي پنهنجي جوانيءَ تي لکان،
اُن روانيءَ تي لکان
ڪالهه جا سانوڻ ڏِني درياهه کي
ڪيترا گجگاٽ ها اُن جي سنواٽيءَ راهَ تي!
شام جو پاٽيءَ مٿان
آ شفق جي سانت، اُڏري آڙيون،
ڪٿن چوان، ڪاڏي ويون!
وَر وَڪَڙ ڪينٻيءَ لڪايا ڪيترا!
سمنڊ ۾ پيرا سمايا ڪيترا!
پنڌ جن جي ڪي نہ ڪا معنيٰ هئي؟
زندگاني ڇا هئي؟
ڪِيئَن آئي ڪٿن وئي؟
ٿي ندي وهندي رهي جنهن تي شفق ڪارِي رَئِي
آ اُڏائِي رات جي!
هي ڪهاڻي ٿي ڪُٿي ڪنهن جاءِ تي سمجهان نہ مان؟

موت تي سوچان نہ مان؟
بس اِئين وَهندي نديءَ ۾ تو جيان وَهندو رهان!
بس، اِئين ڪَهندو رهان!
تو جيان ٿَهندو رهان
موت جي ويچار کان،
اَنت جيڪو آهه اڇٽو آنءُ اُن جي سار کان
پاڻ کي غافل رکان؟
ڇاڻ کي غافل رکان؟



تون چوين ٿي، "تو بنا
شاعري مون کان نہ ٿيندي"
ما چوان ٿو:
"تون جڏهن منهنجي اڱڻ ۾ آنھ ايندي
"چانڊنيءَ جي ڪا ضرورت نانھ رهندي
"شاعريءَ جي ڪا حقيقت نانھ رهندي
"تون وڃين ٿي تو بنا
"سارَ تُنهنجي ڇانئجي سنسارَ تي
"ڪيترا ٿِي گيت ٿي
"تون جڏهن هوندي نہ آهين شاعري
"جاءِ تنهنجيءَ تي اَچي،
"رنگ ۾ خوشبو ڀَري
"ڪِئن چوان ڪِئن ٿي وَري!
"سار تَنهنجي هارَ آٿي ٿِي پَئي،
"موتيا منهنجي وڇاٿي ٿِي پَئي
"راتِ منهنجي
"تاتِ منهنجي،
"ذات منهنجي آنھ تون
"روز لُنءَ لُنءَ ۾ ڀُري جا لاتِ منهنجي آنھ تون
"تون اگر آهين تہ مون وٽ شاعري گويا اَجائي آ پرين
"شاعري تنهنجي جدائي آ پرين!"



وارَ پنهنجا تو وَرائي
ڪالهہ چو منهنجي ڳچيءَ ۾ تي وڌا؟
سور جا ايڏا سڀڳا!
هاڻ تون آهين اَلائي،
* جاءِ ڪهڙيءَ تي پِيا؟
آنءُ تو لِءِ سَوَ لِيا
وقت جي درياه ۾ وِجهندو رَهيُس،
چندِ جٺن اُن ۾ ڪَهيُس،
گيت- تَرها توڙ تائين مون ڪنيا،
سُر سَوين تو لءِ سدائين مُون ڪنيا
جٺن مچين جي لءِ ڪُنديون،
پر وَرِي ڦاٿيءَ نہ تون!
ڪٿن چوان ڪيڏانهن تون تِرڪي وئينءَ؟
اوچتو کِھرڪي وَئينءَ
وقت جي درياه ۾؟
پو بہ منهنجي ساه ۾
تون اِئين آهين اچا
اگہ جِٺن اُن ۾ هئينءَ!

---

*پيا- پرين



سارَ تُنهنجي جي گهڙي
جيتري آهي مِٺي
اوتري آهي ڪَڙي!
زلف تنهنجا اِجِ صنوبر وانگيان
تا هوائن ۾ لُڏن،
هير ۾ تُنهنجي معطّر آرزو
روح کي وَر وَر ڏِين،
تون ڪٿي آهين؟ ڪڏهن ڪان آنءُ ڳوليان تو پيو
جي پوي تو کو دَهو، تو لاءِ ڦوليان تو پيو
سانجھ تي آ، سِجَ سَر ۾ تو لهي
سارَ تنهنجي تي اَچي،
ڪيترا ڀيرا مليا آهيون اَسان؟
ڪيترا ڀيرا اجان
ڪا نئين صورت وٺي،
اوچتو ٻيهار گڏجاڻي ٿِئي،
ڪيئن چئجي سارَ تي ساٽي ٿِئي،
يا ڏسي رستو وَنون،
مُنهن ورائي شَڪَ سان،

يا چئون هن کي ڏٺو آ پَکَ سان،
پَر ڪٿي؟ ڪهن ڏُنڌ ۾ رستو وڃي ٿو دور دور
پرڏٺو آهي ضرورُ
هيءُ چهرو هيءُ نورُ
سِجُ جئن سانجهيءَ سَمَهِ سَر ۾ لهي،
يا پَرندو ڪو ڪَهي
۽ افق ۾ دور غائب ٿِي وڃي،
ايترو وڇڙي وڃي،
جو سدائين لاءِ هُو وسري وڃي!



تون آ تہ چئون
ڪي گِيت محبّت وارن جا،
تن يارن جا
جي سازَ هلائي ويا سَر تي
۽ هنج اُنهن جي آڌَر تي
ائن چولين ڪي چُلڪائي وِيا،
سي گيت اُهيئي ڳائي ويا،
خاموش هوا جي ڳائي تي
مدهوش هوا جي ڳائي تي؛
تون گيت نہ چئہ تلوارن جا،
جي وارَ ڪَرِن تيون ڌرتيءَ تي،
سِر ڌارَ ڪَرِن تيون ڌرتيءَ تي،
۽ نفرت جي ديوارن جا!
چا لئہ تہ اڳيئي ماڻهوءَ جِي
گتَ ڪَئِي آ اهڙي گِيت بُري
جو گيت لڳي تو تيزُ ڇُرِي
تون گيت نہ چئہ تڪرارن جا،
ڪجھ گيت هوا کان هَلڪا چئہ،
تِي چانڊوڪيءَ جا جهلڪا چئہ!
جئن ماڪَ گُلابي پوتي تي
ائن تيءُ هوا جي جهوني تي؛
تون گيت ڏئي مهڪارن جا!
ڪي گيت محبت وارن جا
تون آ تہ چئون!



هيءَ تاندڙ ڦلهيرَ ڦوڪَ ڏئي
جي دور اُڏائين ڌرتيءَ تان،
۽ ايئَن نيائين ڌرتيءَ سان
جئن آڳ لڳي ٻيهر نہ وَري،
۽ ڄڀَ ڄيبي
ٻيهار نہ سي شهتير ڄڻي،
تا تيڪ ڏَين جي هر گهر کي!
مون چاهيو هو سڀ رَڪَ ڪيان
۽ جوڙي ساري جَڪَ ڪيان
پر عمر گهٽو سيڪاريو آ
مون واريو آ
مون شعلا شُعلا گيتُ هِتي
جَهن وِچّ جيان للڪاريو آ
۽ ٻاريو آهي ڌرتيءَ کي
مون اڄ تَنهن کي ڌتڪاريو آ.
مون گيت گلابي پينگهن جا
تا جن تي ساوڻ- مينهن وَسن،
۽ مست شرابي پينگهن جا
تو لاءِ گهڻائن مان آندا،
جنهن وقت اُنهن جا اوهيڙا،

تو لاءِ وَسن
۽ توکي ڏيئي ڪا پيڙا
هُو چئن ڪَسن
تون تِن جو آڌرياءُ ڪَري
۽ روهيڙن سان جهولَ ڀري،
ڏس واريءَ ڏي
وسڪار وٺن کي ڏس ڪيڏو مهڪائي ٿي!
ڪيڏيون نہ وليون ڦهلائي ٿي!
ائن ڀال ڀلائين ڌرتيءَ سان
گلرنگ هزارين گيت چئي
۽ تِن ۾ جڳ جي جيت چئي
او شال نِيائين ڌرتيءَ سان!



کيستائين ائين لکي رهيو آهين؟
جڻ تہ بيزار تي پيو آهين
آدميءَ جي وجود کان ٿي تون!
نجد جي دَشت جيئَن کمري ۾
تون لڳين ٿو اِئين جئين مجنون
سر بَزانو اگرچہ ناهين تون؛
کو هکن جيئن روز کوٽين ٿو
کير جي نَئن پهاڙ جي وچ مان
راتِ يا ڏينهن، جَنگ جوٽين ٿو
وقت بيوقت جڻ تہ تيشي سان
پو بہ ليليٰ لهي نہ ٿي کائِي،
کا جَهلک کانہ آهہ محمَل مان،
کير جي نَئن تہ آوَهِي آئِي
پر ملاقات کابہ شيرينءَ سان
چو نہ ٿي آهہ؟ چو اجا تائين
تون رڳو بي سَتُون کوٽين ٿو؟
سِجّ نصف النهار تي آهي
هي پگهر اُگهہ، چو نہ موٽين ٿو؟
کابہ ليليٰ هتي نہ اچڻي آ
دَشتَ- ويرانيون ائين رهنديون
کابہ شيرين؟ خيال بي معنيٰ
هي پريشانيون اِئين رهنديون!



رابيل جيان چھري وارِي!
ڇو دير ڪَري تون آئي آن؟
مُون پنهنجي رُتَ ڪٿي پُورِي
۽ ڪيئي سانوڻ مينهن ڏٺا،
ڪيڏا نہ جهُڙالا ڏينهن ڏٺا!
جِن منجھ جِهمِي
مون لاءِ نِمِي
تارِي تارِي،
رابيل جيان چھري وارِي!
هاڻي تہ سرءُ جي موسم آ
تِي ڪيڏي اَيرِي واءُ گهُلي،
دل ڪونہ کُلي
تِي چولين سان،
ڪنهن وقت سُريلين ٻولين سان
جي ڪينجهر مان
مون ڪالھ ٻُڌيون۔
ڪيڏانهن وَيُون
ايڏيون نوريون؟
هاڻي تہ رهگو تِن جون ڪاريون،
جي گذرِي ويئون سي ياريون
ڪنهن وقت ملن تيون مياڻيءَ ۾،
۽ پاڻيءَ ۾
پڙلاءُ نہ آ، ڪيڏانهن وَيُون؟
تِي ڪنڌيءَ تي چمڪي وارِي،
رابيل جيان چھري وارِي!



تو جڏهن در تي سندم ڪڙڪو ٿئي
جڻ دل گواهي ٿي ڏئي
’هيءَ آهه تون‘
۽ دريءَ جي ٻاهران جي پاڻ تي
ڪوئي ڪبوتر ٿو اچي
۽ ڇهنب سان چوڳو چڳي؛
تي دل چوي
تون چو نہ ٿي مونکي چِڏين؟
پيئي سڏين
’هيءَ آهہ تون‘!
ڪَنَ منهنجا
سَڏَ تنهنجي لئہ ڪَنائن ٿا پيا،
۽ اکيون
جَڻُ مون رَکيون
تنهن راهَ تي
اڄ پير تُنهنجا پنڌ ۾ هوندا جِتي!
ڏَسَ تنهنجو
سِجَ ڪي
يا چنڊ ڪي ڪوئي نہ آ،
مون پڇيا سڀ کان پَتا،
ناهہ ڪو پيرو ڏنو تنهنجو هَوا،

رهگذر تي ڪيترا
آدمي ٿو مان ڏسان
جڻ شڪ سان،
۽ پو چوان
'هي آهه تون'
'هُو آهه تون'
'او اها ناهين، پَريان هُو آهه تون'
'۽ اجان هُو آهه تون'
توررُو اڳتي وڌان.
'هو آهه تون'
ڇا نه مون تو لاءِ ڇهرا ڳوليا!
ڪيترا انبوه تو لئه ڦوليا!
تو ائين گم تي وئين ۽،
جئن شفق ۾ سِج وَڃي.
پل نه ڪو مون کي مَڃي
تو فقط رويا هُئين ۽
جي نه رُويا، ڇا هئين ۽؟



تون اگر منهنجي هجين
زندگيءَ جي ساز تي
مان اُهي نغما ٻُڌايان جي نہ ڪنهن ڳاتا هجن؛
تون اگر منهنجي هجين
ڏينهن جو سورج مُکِي
سِجّ بدران تو طرف نظرون کڻي، سا ڳا
انهيءَ جي نينهن جا ناتا هُجن،
ڇو تہ منهنجي شاعري
سونهن تنهنجي ۾ ٻَري
سِجّ جئن، تو کي اُجاري، نيڻ سڀ تولاءِ
ئي آتا هجن،
ڏينهن مَدَ ماتا هجن
تون اگر منهنجي هجين
زندگيءَ جي راز تي
مان اُهي نُڪتا ٻُڌايان جي نہ ڪنهن ڄاتا اَڳي،
پيارُ پورائِي ڏِئي
هر ڳالهہ کي

تو سوا جيڪا اڌورِي ٿي رهي،
تون جڏهن آهين تہ پورِي ٿِي رهي.
تون نہ ڄاڻين ٿِي تہ منهنجي چاندني
تو رِڳو مون کي جدائي ئي ڏني؛
بيوفائي ئي ڏني؛
پو بہ مان ڳايان پيو
ڪيترا اِسرار سُلجهايان پيو،
تون اگر منهنجي هجين...



هي ماڻهو جي انسان اجا
تيا ڪونہ آهن؛
هي ماڻهو جي حيوان اجا،
لُٽ مار ڪري ائين ٿا موٽن
خونخوار جئين چيتا موٽن،
نَهن تن جا اَڄ اڳ کان بہ وڏا،
اڳ جيئن اکين ڏي اُيرن ٿا؟
جنهن وقت بہ ڏِس تنهن وقت هَڏا
هو چَسَ منجهاران چُوپن ٿا،
الله! اِهي اشرف آهن؟
هي ظالم ۽ جاهل ناهِن؟
اشرف تہ اُهي اخلاقُ سندءِ جي پيدا ڪَن،
انبوهہ اُتي ڇا ٿا چاهِن
هو توڙ ڦوڙ ۽ هڙتالون!
۽ سِر تان مائُن جون شالون
ڇو لاهِن ٿا؟
ڇو ناهہ نڳيءَ جا ناهن ٿا
۽ ڪيڏا ڪوڙ بدوڙ چئي

هو باهِن تا
هر ويريءَ تي،
۽ ڪاريءَ رات انڌيريءَ تي
ايمان رکي پَڙ پائِن ٿا،
پو چوڌاري واجهائن ٿا
ڪِٿ باهہ ڏٺِي ڪَن روشنيون؟
هو جايون روز عبادت جون
ٿا ايڏيءَ آگ حوالي ڪَن،
جئن شعلا تِن جا عرشَ پُڄَن!
الله! انهن کي ساڃَهہ ڏي
تو تن کي پنهنجو موتُ سَڏي
پَرِ ان کان اڳ هي باهِ وِڏي
هر پاڙي کي وچڙائن ٿا،
۽ ڪيڏا مَچَ مچائن ٿا
جي صدين لئہ بُجهندا نہ ڪڏهن!
هُو چيا نہ ڪڏهن
ڪنهن مسجد، ديرَ ڪليسا کي
۽ تنهنجيءَ ساريءَ دنيا کي
هڪ تُنهنجو ئي جَلوو سمجهي،
اپنائيندا،
يا جت ڪِٿ توکي ڀيو سمجِهي
تو مِر اَمجِهي
هڪ ٻئي جو خون وهائيندا،
قابِيل جيان
ڀي کي هابيل ٻَٽائيندا؟

الله! انهن کي ساڃه ڏي
جئن رنگُ شفق جو سورج کي
جرڪائي ٿو،
۽ هر شيءِ ۾ جهلڪائي ٿو،
هي سورج هونءَ ته ٻاهر آ
پر هِي ٻه حقيقت آهي جا
ويجائِي اڳ ۾ آهي ڪَنهن؛
۽ هيءَ چيو آ ڏَر ڏَر تَنهن
”هڪ سورج ماڻهوءَ اندر آ
دن رات ٻجهي ٿو جو نه ڪڏهن،
۽ روشنيون ڦهلائي ٿو
۽ سَچُ سچو سمجهائي ٿو.“



هن وقت ڪاريءَ رات ۾
برسات ۾؛
ٻاهر نہ تون در ڪان نڪر!
آ موت گهريءَ گهات ۾
ٻاهر نہ تون در ڪان نڪر!
ٻاهر گهٽا گنگهور آ
آ چنڊ اُن جي گهات ۾
ٻاهر نہ تون در ڪان نڪر!
ترساءِ تيسين روشني،
لُنءَ جا لڪائي لات ۾
ٻاهر نہ تون در ڪان نڪر.
اونده ٽرِي ويندي ڪڏهن
آ ٻاک اُن جي ماتِ ۾
هن وقت ڪاريءَ رات ۾
ٻاهر نہ تون در ڪان نڪر!



ور ور وجن ٽا چانئبا
ڪارا ڪڪر
مون لاءِ پَر
آ راھَ ٽانداٽي جيان
ڪوئي اُھا
مون ڪان ڇُپائي ٿو سگھي؟
مون ڪان سندم رَستو ڀُلائي سگھي؟



ڪاله نم جي ڏار تي
ڪجهه نموريون ٿي ٽُڪيون نوريٿڙي،
ڦهه ڪري هو اوچتو
هيٺ ڌرتيءَ تي ڪِريو
مُون ڏٺو اُن ڪي مُٺو
اَڌ نِموري وات ۾.



جاڳَ هُئي سقراط تُنهنجو ياڳ پر
اڄ تہ ھاڻي تا ڏسون
ڪيرُ تو تڪجي پَوي؟
هي اَرسطو آ مگر
جوپيو مون کي تَڪي
۽ هزارين سال پو
تو سڃاڻڻ جي ڪَري،
زهر نوشي شاعريءَ جي جام ۾
مون ڪئي، آ عمر پَر
پو بہ جيئان تو مگر
تو تہ اي سقراط پَر
زندگي هڪ جام سان ساري خيالِ خام ڪئي
عمر دستاويز وانگر موت جي چو نام ڪئي؟
زندگي وَر وَر ڪري وِهُ جي پيَڻ جو نانو آ
ائن جيَڻ جو نانو آ



هوءَ لاشَ مٿان ٽپي پارَ ڪيڍي
ٽا پارَ پُڄن ٻي پارِ جتي
درياهہ ترِي هو پهتو آ،
۽ رات مرِي هو پهتو آ.
هُن چاهيو هو جئن باک ڦُٽي
هي باقي نظم ڪندس پورو،
ٽي هاڻ تہ ڏاڍي ننڊَ اچي،
ٽي ڪيڏيون ڳوڙهيون ننڊَ پري،
هاٿي تہ اکيون مزدورن جئن
جڻ پنهنجي چيلهہ جُهڪائن ٿيون!
ڪجهہ ايئن ڇپر جهپڪائن ٿيون!
بهتر تہ ائين آ چارِ سٽون
جيڪي بہ لکيون
اڄ رات ڇڏي، ڪُجهہ ننڊ ڪري،
مان باک ڦٽيءَ کان اڳ جاڳان،
منهن ڌوئي، پو ڪجهہ وقت لکان،
اخبار اچي جيسين در تي
هي نظم اڳيئي پورو ڪيان!“

هر وقت سَهي جئن ڪَنَ ڪتّا
تو موت رکي اونداهيءَ ۾،
تو مُرڪي چاڙهيءَ ڏانهن ڏِسِي
پو هيٺ ڏِسي تو لاهيءَ ۾،
درياه حياتي پائي پِيو،
هو ننڊ ڪندي ئي گم تِي ويو.
منجهدار وراڪا ڏي پيئي،
۽ نظم اڌورو رهجِي ويو
جئن تَرندو تُنبو پاٹيءَ ۾،
جئن دور پرندو پاٹيءَ ۾
پَر ڦڙڪائيندو اُيري تو
۽ اُڏري تو آڪاش متان۔
هوءَ پارَ ڪڍي تي لاش متان.



هي چانڊوڪيءَ ۾ روز بگھڙ،
اوناڙ ڪري
من ماٺھوءَ جي ۾ تاڙَ ڪَري
جنھن وقت ٽپن ٽا ٽانگھا ٽَڙ،
۽ اوچا ٻَڙ
ٽا چَنڊ ڏِڪن،
تنھن وقت ٻَگھاڙيون ڳولا ڪَن
ڪيڏانھن وَيو ھو تيز سَھو؟
ھيءَ واءُ ھُئي يا چَنڊَ ـ ڇَھو!
ڇو چَنڊُ نہ آھي پاٽي ۾
ڪيڏانھن ڇپي ويو آھي ھُو
اڄ ناھي ھُو
ڇو جيوَن جي آڪاٽي ۾ ؛
آ سانتِ رڳو سومھياٽي ۾!



هر نعري باز مري ويا سپ
سارا آواز مري ويا سپ
جن ڪالهه غريبيءَ آڙ وَتي
۽ اهڙيءَ بي بيءَ آڙ وَتي
جنهن لاءِ تنهن تي مانيءَ لِئه
۽ بُک ۾ ڪُکِ جي ڪانيءَ لِئه
هُئو ڪونه اُتو،
جنهن لاءِ لتو
تي آندو ڪاريءَ رات رڳو،
جنهن لاءِ اُجهو
آڪاس هُيو.
ڪنهن ڄاتو تي راڪاسَ هُيا؟
هو جن جا نعرا آسَ هُيا
جا آس نہ، جَر تي ڦوٽو هُئِي،
ڪيڏو نہ تصوّر ڪوڙو هُئِي!
اڄ تن جا نعرا رَدّيءَ ۾
هنَ صدّيءَ ۾
تنهن جاءِ ڪباڙي وڪڻن ٿا
جنهن جاءِ لباڙون لڳنديون هيون،
۽ مانهوءَ جي ويساهه مٿان
ڪلهه ٽڳنديون هُيون.



سو شاعر ڪهڙو شاعر آ
جو آگ ڏئي پيٽرول مٿان
جئن ڌرتي ۽ آڪاس جلي
۽ شعلا نڪرن ٻوليءَ مان؟
شاعر ته سدائين ٻَرڪا ها
جا ٽـر بر ورسائيندي هئي،
توهر ۾ ٻاڙها قولَ ڏسِي
جا گيت نوان ڳائيندي هئي!
هو هتَ دعا جا ڪندا هَا
جئن ٻانوريون ۽ روهيڙا
سَو چند ستارا ٽِي چمڪن،
۽ واريءَ تي چوڏار وَليُون
جَهر جَهر جهمڪن
سي شَعر ته رحمت وانگر ها
تو جن مان زحمت ٺاهي آ!
تون ڇا لئه باهه لڳائين ٿو
جا هر ڪنهن لاءِ تباهي آ؟



آ نند گهاٽي جهنگ جئن
۽ رات جا ٻارنهن سِگا
تا پَڃَ پاڃَڙ ۾ اچن،
هو ڪٿن نہ ٻوڙا تا تپن
۽ پيلَ ڪَن!
ڪنهن وقت اُن ۾ رُج جي ڦهلاوَ جئن
ڪارا قبيلا موت جا
تا دور پاٽيءَ لٿہ وَڃن!
۽ روجهڙيون تن کي ڏسي ٻَهڙا ڪٽن!
هي ننڊ جو سارو نگر
ٻي آهہ وستي جاڳ ڪان؟
تو جيترو اُن کي ڏسان
مون کي حقيقت تو لڳي،
۽ جاڳ جي وستي ڏِسِي مون کي تہ حيرت ٿي اچي!



گلَّ! چو اِئن چٽي ٿا وچو
اِيئَن خوشبو ڪٽي ٿا وچو؟
اَئن هوائون نہ هيرائيو
مُندَ ڦيرائيو!
گلَ چو اِئن وَٽي ٿا وچو؟
چو چڏي هي اَٽي ٿا وچو
ٿي چُپي جا ڪندي جٺن پٺي ساهَ ۾؟
آنءُ وٽراھ ۾
ڪيستائين ڏسان؟
ڪيستائين پُڇان
تارين ۾ چُپي،
”ڪلھ سُگندون ڏئي
اجَّ ڪاڏي وَيءُ؟
اَجَّ ڪاڏي وَيءُ؟“



جا گھڙي توکان سوا گذري وئي
سا اَجائي وئي فنا جي ٻـَـڪَّ ۾،
زندگيءَ جي جڪَّ ۾
جيترو گھاريو اتـم
پيار تُنهنجو
اوترو ساريو اتـم.
تو متان سمجھين تہ آن وسري وِئي!
شاخ کان وسري گلاب
ايءُ ممڪن ئي نہ آهي!
جامَ کان وسري شراب
ايءُ ممڪن ئي نہ آهي!
تو جيان ڪوئي بہ خواب
ٻيو وري اچڻو نہ آهي،
تون هُئين توڙي سراب
مان نہ هان پـِـتـِـڪـِـي ٿـَـڪو،
زندگانيءَ پَر اُجو
ٿـو وجان تو پوئتان
۽ ٿـيو مايوس ناهيان مان اجان!
نهر جهڙو نينهن تنهنجو آ حقيقت وانگيان!
ٻُـڪَّ ۾ مُنهن کي جَهلي

ڪالهه تنهنجو پيارُ مون پِيتو پَئي
چَپَّ منهنجا اڄ بہ مُنهنجي لپَّ جِي مون کي
گواهي ٿا ڏِين،
اُڄَّ تُنهنجي آ اڳي جٺن، پِي ترائيءَ تي پُجَهن
ايءُ ممڪن ئي نہ آهي.
تون تہ آهين هڪ جواب
جو سوين منهنجا سوال
حل ڪري ٿو!
اُڄ ۾ مون لاءِ اوجل جَل ڪري ٿو،
دستياب،
۽ اڃي ٿو هي خيال
تون ڪٿي مون ۾ تہ ناهين؟
آنءُ توکي رُڄَّ ۾ ڳوليان پيو،
جُڳَ جڳانتر ٿي ويا جو، اُڄَّ ۾ ڦوليان پيو
تون ڪٿي مون ۾ تہ ناهين؟
تون ڪٿي مون ۾ تہ ناهين؟



دل اجان ساتُ ذّي
دَهكندي رَه اَجان!
رُتّ رابِيل جِي
مَهكندِي رَه اَجان!
جيئَن كوئي پَكِي
چَهكندِي رَه اَجان!
سِجَ اُيري جذّهن
بَهكندِي رَه اجان!
دهكندِي رَه اجان!
دهكندي رَه اجان!
دهكندي رَه اَجان!



رات! تون مات منهنجي نہ آن،
آنءُ جو سِجَ جان
جهانجهرا تـي ٻُران تـو پيو،
تنهن ٽُراڙي ٽُران تـو پيو
جو گلن سان ويو جِهنجِهجِي؛
زندگي، زندگي!
آءُ توکي سُڳندون ڏيان تـو پيو،
ڏيرَ تو لئہ گُلن جا ٽيان تـو پيو
۽ اگُڻ واسيان تـو پيو،
ڏاتِ پوڙهي نہ ٿيندي ڪڏهن،
هيءَ سوڙهي نہ ٿيندي ڪڏهن
آنءُ ٻارِي لڳائي پيو جا وجان؛
گُل ايڏا ڦُٽن
جو افق تي ڪُٽن
سِج شفق ۾ لهي
جيئن، تَن ڏي ڪَهي
ايئن سمجهي تہ ڌرتي بہ آڪاسُ آ!
ايئَن سمجهي سُڳندون رُڳيون سُواسُ آ!



رات گذري وئي
پنج آهن لڳا
سُور جا تو سَڀَا
ڪيترا پوئِيا!
گلّ انبار مان ڀيا اجا سوئيا!
تون سياٽي نہ پوئي سگهين تو ڪنديون،
هاڻ تون
ننڊ ڪَر
ننڊ ڪر!



آنءُ پو ڪيا پيو ڪيتريون ئي وَليون
چو تہ خوشبو سوا
ڪيئن لڳنديون ڳليون!
جي ٽڙي گل پيا
۽ هوائون هَليون!
پو تہ توبن گهڙيون
ايئن لڳنديون پَليون
جڻ تہ تون ساٿ آن
جڻ تہ تون سنگ آن!



ڪانئرو! موت کان ٿا ڊڄو!
نانءُ جئڻ مون وتو
موت جو
آ اوهان ۾ اڃي ڪنبٽي ڇو پئي؟
مون تہ تني ڳالھ سادي چئي،
زندگيءَ جي ڪهاڻيءَ جو انت آهي اهو،
موت کان ڪوبہ رستو نہ آ ياڄ جو،
پر اوهان نانءَ کان ئي پڇو ٿا پيا!
ايئن ڇو ٿا پيا
يَؤُ ڪيو موت کان؟
موت جيڪو اچان
دور هوندي بہ ويجهو رهي ٿو پيو،
سارَ سپ جي لهي ٿو پيو
هن جيان ڪوبہ همدرد پاڙيسري
ناھ او بُزدلي!



ننڍ جي ولهار ۾
آنءُ ڪارونيار ۾
ناريون ڏٺيون ٿي ايتريون،
اُبَ ۾ جِيئين گهٽائون ڇانئِجَن،
پر ٻہ ٽون
ايتري آئينءَ نظر مون کي چِٽي،
ڏِکَ سانوڻ چنڊ جِي
جيئَن ڪڪرن مان اُڇي،
چنڊ ٿاهي ڪا وِٿي
ڄڻ تہ ٽڪرن مان ڏِسي!



آلائي ايتري پيڙا ڏئين چو ٿي؟
تون اوسيڙا ٿئين چو ٿي؟
هوائون پار تنهنجي جون سڳندون ڪون ٿيون آٿن،
نہ ڪي سي خلوتون ماٺن
جڏهن توکي ڇُهي ايندِيون هُيون،
تون ڦهلجي ويندي هئينءَ تر ۾

مگر تون هيل ٻاڪر ۾
اڃي وانگر نہ آن انبارَ مُکرن جا،
اڃي جئن سِجَ اُيرن تا،
مگر هو موتيا تنهنجي ڳلن جا اڄ ڪٿي آهن؟
مگر هو ماڪ جئن ڳوڙها ڪٿي آهن،
جدائيءَ جا ڪٿي آهن؟



مرگھ نئني!
آنءُ تنھنجي لاءِ ڳوليان ڪيترو؟
رُج ۾ تو لاءِ ڦوليان ڪيترو؟
اُڄَ تُنھنجي ھر گھڙي وڌندي رھي ٿِي
تو پٺيان پل پل ڪَھي ٿي،
مون حقيقت نيٺ ڄاتِي
دير سان پنڪي سُڃاتِي
جي محبت رُڃَ ناھي پوءِ ڇاھي؟
اُڄَ پٺيان اُڄَ ناھي پوءِ ڇاھي؟
مرگھ نئني!
مان متان ٿڪجي پوان،
تو منجھان ٿڪجي پوان،
ڪجھ ٿڪو آھيان اجان ٿڪجي پوان!
ريت تي رُلندي ڪِران ٿڪجي پوان!
سِجَ جا نَنھن ڪيترا اڄ تيز آھن،
جڻ تہ منھنجي لاءِ سي مھميز آھن.
تون نہ ايندينءَ رُڃَ ۾؟
ڏِس! قدم منھنجا عدم جي سُڃَ ۾
ڄاڻ پھتا
ڄاڻ پھتا



هو لئبرريءَ کي سارّن تا
هو تالستاءِ لتارّن تا
۽ گاندڍيءَ کي چيتارّن تا
۽ مون وٽ ساريءَ دنيا جو
جيڪو بہ ڪتاب ڏسن تا سو
هُو سارّن تا.
جڻ ڪوس گهرن تي ڪيئي هِليون
جي جهرّپ ڏِين تيون ڇڇرّن تي
ائن ورق وَرائيندي تن کي
جنهن وقت مِليون
ڪي تصويرون،
مدهوش مصوّر گويا* جون
هو نظرن سان چيچارّن تا
۽ اَنگ اُنهن جا تارّن تا
پو تِن جا ننگ لُڪارّن تا
هوينهنجن ميرن بوتن سان،
۽ اِسلامي رانيوتن سان
هو رَنگ اُنهن جا رَهرّن تا

* گويا= هسپانوي مصوّر جو نالو

۽ اوڙي پاڙي ڇهڙن جا
ڪيڏا نہ گليلا اُڇلن ٿا،
ڄڻ ٻاهر ٻيلا اُڇلن ٿا
ٿا جن ۾ سَوَ هاتار ڦِرن.
هو ڇيتَن جهڙن ڇنگهاڙن ٿا،
دَرُ وَئنِ** پٺي ٿي واڳونءَ جهڙن
هوڪيئي ماٺهو واڙن ٿا،
هو لئبرريءَ ڪي ساڙن ٿا.

** وَئن (Van)= گاڏِي. اهو لفظ سنڌي ٿي ويو آهي.



ڇا تنهنجي ڦاسي وسري وئي!
هي آهن ساڳيا ڪافي- گهر،
۽ تن ۾ ساڳيا دانشوَر،
جي ڀِڪن ٿا ۽ ڳالهه ٻڌي ڪا ڇِڪن ٿا
جڻ ٺِڪَر آهن ٺهڪن ٿا.
تن جا ويچار ڀلا ڪهڙا؟
اِقرار بہ ڪافيءَ جا پيالا
۽ سارَ بہ ڪافيءَ جا پيالا
هُنا تُنهنجا يارَ ڀلا ڪهڙا.
ڇا تو ڪنهن وقت سڃاتا ها؟
هو پڳهر پورهئي وارا جي
ڏينهن تتي هَر ڪيڙيندا ها.
مينهن وُٺي ۾ جي ويندا ها
روز ٻنين تي ڏاندن وانگر
سياسي هَٽَ چُراندن وانگر
موقعي لاءِ نہ هو ڏِسندا ها.
هُو مِل- مزدور بہ مِل مان جئن
ڪلهه ڏَهڪي تنهنجي دِل مان جئن
تو لاءِ لڳائيندا نعرا
گهر ويندا ها.
انسان اُهيئي ها پيارا
جن سچ پچ تو سان پيار ڪيو

اقرار ڪيو،
جِن کي تو نہ سھارو سمجھو،
تِن کي تو تہ ٻُھارو سمجھو
پنھنجي ڪُرڪِٽ چؤياريءَ لِئہ!
تون ئي ڇَڏُ ڪنھن هاريءَ لِئہ
تُنھنجي جيءَ کي جھوٻو آيو؟
ڪلھ تنھنجي تقرير ٻڌي چو
پورهيت ٿـي موٽو آيو،
پنڌالَ منجھان؟
ڇا توتي هن جي چالَ منجھان
ٿـي ڪانہ بَکي ڪلھ مايوسِي،
هو چيني ها توڙي روسِي،
سڀ ٺاھ ٺڳيءَ جا ٺاهِن پيا،
هو امريڪا ۾ ساٿاري
سڀ ڇاھِن پيا،
جا ڦاسي توکي اچڻي هُئي
جا آئي ٻِي،
پر هَر۔ هارين جي سُڏڪن ۾
اڄ ٻـي مزدورن جي مَن ۾
تون زنده آن،
پاينده آن!
جا گذري وئي سا گذري وئي،
پر تنھنجي ڦاسي وِسري وئي.
سو ڪٿُن چئجي!
سو ڪٿُن چئجي!



هو ديوارن تي سو نعرا لکرائن ٿا،
پو روز اهي ڊهرائن ٿا
تاريخ مٿان هو ٻاھِن ٿا،
۽ مسجد مندر ڊاهِن ٿا
۽ ڪنڌ ڪَکوري لاهِن ٿا
هو ٻارن جا،
تن هارن جا
تقدير وڏا جي ڌرتيءَ تي،
۽ هڪ ٻئي جي من وَرتيءَ تي
ٺُوڪارن ٿا
۽ ڏينهن اڱوٺا سارن ٿا،
جنهن وقت نہ ماٺهو ماٺهوءَ کي
اچ ڪاله جيان ڪائيندو هو،
جنهن وقت ڪڏهن ڳائيندو هو
طنبورُ وڄائيندي دَر تي،
جي ڪنهن جو سيڻ نہ ٿيندو هو
هو ڪنهن کي وينَ نہ ڏيندو هو،
اڄ دنيا ڪنهن هاتار جيان
ڏِسُ ڏندَ تہ ڪيڏا تي ڪَرتي،
ڪيڏا نہ اکين ۾ موريسَر
جي ڏنڌلائن ٿا منظر کي!

تو ڇالاءِ ڪنهن ڏاتار جيان
اڄ تن تي ڏات وڇائين ٿو؟
۽ باقي عمر گنوائين ٿو
تون تن جي جهيڙن جهڳڙن ۾،
۽ ايڏن رولن رڳڙن ۾؟
ڏس شام سلوڻي آئي آ
۽ سورج پنهنجي سندرتا
ڪئن پاڻيءَ تي ڦهلائي آ!
هن وقت هوا ۾ پاڻيهر
جيڏانهن اُفق ۾ اڏرن ٿا
ڪيڏو نہ چڱو ٿي جو تون شاعر
تيڏانهن اُنهن جا ڪي رستا
تون پنهنجي لاءِ لهين ڳولي،
ڇا لاءِ نہ جيڪو تو ٻولي،
تو مان سو ڄڻ نہ پرندو آ،
اڄ ماڻهو ڄڻ نہ درندو آ.
ڪجھہ اُن کان دور رهين تہ چڱو!
ڪجھہ اُن کان دور رهين تہ چڱو!!



بوري* بازار کُلي پئي آ
آ پيهہ اڳي جئن ڪارِن جي،
جت بہ ڦاٽو ڪجھ سال اڳي،
اُت ڪارنهن آ ديوارِن جي،
پر ڪنهن کي هاڻي ياد تہ هُو
جي ڪالهہ ڌماڪي ماريا ها
(ڪي پنهنجا ها ڪي ڌاريا ها)
سي ڪيئن مُئا، ڪيڏانهن ويا
هُو دونهُون دونهُون لاشَ ڇڏي،
۽ روٽيءَ لاءِ تلاشَ ڇڏي
تِن چندَ چپاتي ڪاڏي هئي،
۽ رات لُٽي چُپ ساڍِي هُئي
سي شتَرَ گُتر چُپَ هُيا،
۽ چوڌاري گهر چُپَ هُيا
۽ روحن ۾ جي ناليون هُيون
سي ماٽهوءَ رَت سان آليون هُيون،
ڪوئي بہ تہ ڪونہ هيو تن وَٽِ
جنهن وقت ڪُتا پيشاب ڪري،

---

* بوري بازار= ڪراچيءَ جي مشهور بازار.

اوڏانهن هَڏن لئِ سونجهن پيا-
ماٺهوءَ کي سارَ وِسارَ نہ آ
جيسين هُن کي اخبار نہ آ،
پر هُو جيڪي بي وقت مُئا،
هو ڪير هُئا؟ هو ڪير هئا؟
جي پنهنجا نوٽَ ڳڻيندا ها
اکروٽ هيا ڄڻ سِرَ تن جا!
کهڙو نہ چڱو، انبوهہ ڏسِي
مان ڪونہ وَرُس ۽ جيئان تَو!
ڇا لاءِ تيان تو آنءُ لڄِي؟
۽ ڇو ڪائي وِہ پيئان تو!
ويو آمِر پنهنجي چالِ چَلِي
۽ هرڪنهن کي هيسائي ويو،
۽ پنهنجو پاڻ ميجائي ويو.
هو وقت گذرٽو، گذرِي ويو.
سڀ ڪجهہ ماٺهن ڪان وسري ويو؛
ڪي روح ڙِجوڙين جهڙا ها
۽ گونگاها ۽ ٻوڙا ها
سيئي ويا ڪيڏا نوٽَ ڇَڏي
هي لوڪُ لڏي،
ڪنهن گمناميءَ ۾ پاڻ گڏي!
اڄ ڪنهن بہ تَڏي
ڪوئي بہ نہ تن کي ساري ٿو،
بس، ويساري ۽ واري ٿو
اگهہ وانگر ٿي بازار هَلي

۽ ڪو ٻيھي ٽو ڪارِ جَھلي
۽ نوٽَ ڪڍي ٽو ڪيسي مان،
وھنوار ڪري ٽو تيسِي مان،
ڪجھ ياد نہ ھن کي آھ ھِتي،
ڪلھ ٻَمرَ ڏني ھئي باھِ ھِتي،
ڏِسُ ڪيڏي خلق ڇِلي پئي آ!
بوري بازار ڪُلي پئي آ!



تو نيٺ تہ دنيا بدلائِي
چئُ آھ ھنھي ۾ ڪير وَڏو
تون يا سچ اڙي گئليلو*؟
مون ڳالھ ڳجھارت ۾ ڳائِي
ڪھن ڪيئن چيو، ڪنھن ڪيئن چيو؟
پر پيحٽي آھ سُياٽي وَتِ،
پر گِروي آھي تاٽي وَٽ
جا ذَاتِ ڪنْھن موڪي ويندي،
مون ڳالھ پٺي جا ورجائِي،
سا نيٺ حقيقت ٿي ويندي.

* گئليلو=



تنها، تنها، تنها
جيئن برهمہ پُترا آ تنها
ناريلَ هيا يا اُن تي نارين ٿَڙَ هيا
ڪجھ سوپارين جا وَڻَ هُيا،
يا ڳوٺَ ڪناري تي، جِن ۾
گوُدول* هُئي ۽ ڏَڻَ هيا،
تن مان وَئي تـي نديا تنها؛
دور هماليہ مان نڪتي هئي
جئن هوءَ ڀِريون ڀيرو تنها
جنهن جاءِ اُها تِي چوڙ ڪري
۽ آهي پويون ڀيرو تنها
تيسين ناهي ڪنهن ناپُر ۾
چُپ نہ آ تنهنجِي چُرپُر ۾
پيدا تـي ناپيد ٿئي هِي
ساگر ۾ بہ تہ پيدُ ٿئي تِي،
ماٺهوءَ سُپنا تنها
ڪوبہ نہ گڏ آ، تنها
سڀ لئہ سَڏ آ تنها

---

* گوُدول= ڳَٺَن جي آڏايل ڏوڙ

جنمر مرن جي ڏِسُ، هر ڪنهن لئہ
آهي ساپيا تنها
متّي تنها
اَ چانڊوڪِي چِٽّي تنها
اَمَڙ! مُنهنجي
هَر جيوَن جيِ گِهٽّي تنها
ڪنڊا تنها، اَه ڦلن جي سيجَ بہ تنها
هيجَ بہ تنها
هنجُون تنها،
نيٺ تہ تون مان آهيون تنها،
آنءُ بہ تنها جئن تُون تنها،
تنها، تنها، تنها!



ننڊ ڇا لاءِ تون
ايترو وقت منهنجو وڃائين پئي؟
ائن تہ ناهي تہ موتي اپائين پئي
سانت جي سپ ۾!
ائن تہ ناهي ڇپي ڇپ ۾
ڪي وَليون تون وڃائين پئي،
جي ڦُٽي گل پهاڙين مَٿان ٽيون پکيڙي ڇڏن،
چنڊ تارا اُنهن ۾ سهيڙي ڇڏن،
واءُ جي سمنڊ مان
ماڪَ موتي اسُر لاءِ ميڙي ڇڏن،
سوچ جا ڪوهَ ڳيڙي ڇڏن
* ڪوسَ تن مان پري پياس وارا پيارين پئي
آس ڪا جيءَ ۾ تون جيارين پئي!
ماڳَ جي ماڳَ ۾
جاڳ ئي جاڳَ آ،
ڀاڳَ جي ڀاڳَ ۾،
جاڳ ئي جاڳَ آ
ننڊ! تون جاڳَ ۾ روز ڳائين پئي؟
وقت پنهنجو سجايو وڃائين پئي؟
رات جي ڪنوار کي
باک مينديءَ جيان تون لڳائين پئي؟
جاڳَ ۾ راڳَ ڪيئي جڳائين پئي
ماڳَ تن جا پسائين پئي
ننڊَ ڪيئي اُتي هار پائين پئي
زندگيءَ کي سجائين پئي؟

---

* ڪوس= ڏول



هو پپل جو وڻ ڦُٽي ديوار ۾
شهر جي اَنڌين گهٽين ۾ ڪيئن نه ڪجهه ڳولي پيو!
ڪير ويو هوُ سڙڪ تان تي ڪارِ ۾؟
مان ته تو ڀانيان ته ڏامر جو تتل رستو به ڪجهه ڦولي پيو!
ڪارخاني آهه دونهاٽِي هَوا
هِلَ جنهن ڪاٽِي هَوا،
۽ ڪيو رَستو اُفق جي پارَ ڏي،
ڄڻ پٺي سوچيو اُفق جي پار ڏي
آدميءَ لئہ مان سوين ڇيڙا ڇڏي، نڪري وڃان!
دُور هن ڪان ايترو اُڏري وڃان
جو وَران ڀيهر نہ ڌرتيءَ ڏانهن مان!
ڍانڍَ جي ڀاري پيو
ڍونڍَ جي ٺاهي پيو ۽ آدمِي ماري پيو،
ڀَل اُنهن کي پاڻ ڪاٽي،
ڇو اَلائي
ڌر تتيءَ ڪان ڪرپ تي مونکي اچي!
آدميءَ جي زندگيءَ ڪان ڪرپ تي مون کي اچي!
ڍَوءُ صدين جي لاءِ مون کي جنهن ڪرايو آهه اڄ!
پيُ ماٺوءَ ماس سان ايڏو ڀرايو آهه اڄ!



هِي مَري ويو هُو مري وَيو،
جو ڪنّهن مرڻو نہ هو مائو* مري وَيو
۽ اُنهيءَ جي جوءِ ڦاهي تي چَڙهِي،
هي پَڙهي تو ڪونہ ڄاتو آ اڄان!
موت تنهنجي تاڪ ۾ ڇو آ اَڃان؟
تون بہ آن اُن لِئہ گِره
موت اڄ تائين نِره
ناهہ لقمي ڪان ڪنّهن،
هان، ڪنّهن.
مون ٻڌو آهي تہ ڪو تائُو** هُيو
موت جنهن کي ڪونہ ماريو آ اڄان!
واتہ ورجائو هيو
ڪوئي ڪنفيوشس**، اُنهيءَ آ موت کي تاريو آڄان!
ڪالهہ ڏهرايو هيو
اُن جو مندر، ڇا چوان مائوءَ ڇو؟
هو مگر ڏڙڪي پيو
چِينَ جي دل ۾ اڃان!
مان تنّهن توکي ميان
تو ڪنّهن بندوق سان تائُو اُڏائي جي سگهين!
ڪوئي ڪنفيوشس متائي جي سگهين!

---

* مائو= مائوزي تُنگ
** تائو ۽ ڪنفيوشس= چين جا بہ پيغمبر



هو توکي ڪونہ ڇڏيندا
تون هاري آنھ، پِروهَت آن،
تون شاعر آنھ صحافي آن.
مزدور اچين تہ تون مِل مان
تون توڙي تن لئہ معافي آن
هو توکي معافي ڏِيندا؟
هو توکي ڪونہ ڇڏيندا-
ڇا لاءِ تہ تون ماڻهو آهين،
ڪئن بخشيندا تو ڪاريهَر،
ڪنهن وقت ڪٽي هو ڪارا ڪَر،
هو توکي نيٺ ڏنگيندا،
هو توکي ڪونہ ڇڏيندا-
جي تو وٽ ڪو 'آلندي'* آ
تون جنهن سان پيار ڪيو آهي
هي توڙي پوءِ چِلي ناهي
هو توڏي موٽي ايندا.
هو توکي ڪونہ ڇڏيندا.
هر وردي ساڳي وردي آ
هي ڌرتي ساڳي ڌرتي آ
هر ملڪ هتي جڻ چِلّي آ
تَڪِ، تو، تا ساڳي ٿيندا،
هو توکي ڪونہ ڇڏيندا.

---

*آلندي= چِليءَ جو ڪنهن وقت پريزيڊنٽ



نظم جو پائي نقابِ ديس کي تو آ ڏنو!
ٻن گهرن جي وچ ۾
جڏ تہ آهي ڪا رسي
تون پيو جنهن تان گُهمين!
۽ هوا کي ائن چُمين،
جڏ تہ پاڻيءَ ۾ حباب
سِير ۾ ڪِسڪي وَيو!
ٻن گهرن جي وِچ ۾
ڪارِ ڪا ڪاسائڪِي
آدميءَ سان ڪَن پيا
بي سبب مارن پيا،
سِرُ جئين ڪوئي رباب
اوچتو ترِڙڪي پيو!
ٻن گهرن جي وِچَ ۾
ڪيترا سُر تي وڳا
ساز ڪو گونجيو پئي؟
هاڻ هُل آ بي حساب
ميڙُ ايڏو آ ڪَنو!
ٻن گهرن جي وِچّ ۾
ڪيترا اج رَت* ـ جڳا!
ٿا وڃن ڪارا ڪَڪَر
جَڏ تہ اونداها تَڪر،
زندگيءَ لئہ اضطراب؛
چند جو ڪنهن کي پتو!

---

* رَت جڳا (هندي)= رات جو ڏِئَن تي اوجاڳو.



اڙي! هيءَ نارِي
پِره ڪان ٻه پيارِي
هتي ڪيئن آئي؟
هتي سِجَّ جي لاڪَ وانگر
هتي ڪيرتر جي مٿان باڪ وانگر
ٻَڪِي ڪِيئَن هن جي ڀَلائِي؟
ڪٿي اڳ مِلي آ
ڪَتِيءَ جي ڪَڪَر جئَن تِلي آ؟
اها سونهن اڳ جي ڏٺل آ
اها باڪ ۾ جا ڀنل آ
سُگند آهه مُنهنجي ڪڏهن اڳ ٻه آ ڳندِ آئي،
جڏهن پنڌ آئي
نمي نِمر مٿانئس پئي ٻُور اُڇلائِيو،
هوا وارَ هُن جا وِکيڙي، پئي جيءُ بهلائيو،
اها سِجَّ جي تِڪَّ جهڙي
اها ساهه جي ڇِڪَّ جهڙي
لکن ۾ اِها هِڪَّ جهڙي
بهارون لتاڙي،
صبا جيئَن آِئي،
هتي ڪيئن آئي؟
هتي ڪيئن آئي؟



خبر ناهي تہ ڇو تُون ڪونہ آئينءَ؟
بهارن ڇيو تہ تون ايندينءَ،
هوائن ۾ خمارن ڇيو تہ تون ايندينءَ،
وري ٻيهار ڪَهندينءَ تون، نہ رهندينءَ تون
اکين جي آبشارن ڇيو تہ تون ايندينءَ،
گهٽائون ٿي وئي آهين وري آئي نہ آهين تون،
اِگي جٿن ڇانوَ ٿي ڇانئي نہ آهين تون،
ٻلا آڪاس ايڏو آ
پڇان ڪهڙي ستاري کان پَتو تُنهنجو؟
وئينءَ جڻ سمنڊ ۾ پيهي
پڇان ڪهڙي ڪناري کان پَتو تُنهنجو،
رڳو هي گيتُ ئي منهنجو سهارو آ
پڇان ٿو ان سهاري کان پتو تُنهنجو،
خبر ناهي ڪٿي آهين؟
خبر ناهي ڪٿي آهين؟



متان سمجهين جوانيءَ اَندِ ۾ تون،
تہ توڏي موت اچڻو ڪونہ آهي!
اها بندوق تنهنجي ڏيهہ ڪي ڏاري تہ سگهندي
مگر ڪنهن وقت تنهنجي موت ڪي ماري نہ سگهندي!
هزارين انقلابي مارجي ويا
اهو تاڻو بہ آيو تارجِي ويا
نہ چاتو زندگانيءَ اَندَ ۾ تون
تہ تنهنجو موت اڳ يا پوءِ ايندو،
هُجين جنهن لوءِ، ايندو!
اگر اِن ڪي مٿائي تو سگهين تون
تہ ان جئن انقلاب آهي نہ ڪوِئي
تہ ان وانگر شراب آهي نہ ڪوِئي
اڙي او ميگسارو آ اِها مَيءِ
نہ جنهن جهڙي ڪتي ڪا آهہ ٻي شيءِ
انهيءَ جا گِيت ڳايو!
اِها ئي انت ۾ آ جِيت، ڳايو!



مان خواب جيان جَرڪان،
اي سنڌ وري توتي مهتاب جيان جرڪان.
ڪنهن وقت تِپي توکي جي آءٌ ڪڏهن لويان
شل لڙڪ بہ تني پويان
ءُ هارَ وجهان توتي!
ڪا سارَ ڏيان توکي
جو وقت ويو گذري توڏانهن وري موٽي
رابيلَ پٽيان ايڏي
جو جڳَ سُگندون ڏي!
چڙ جِندُ جُوا ڪيڏِي
بيڪارِ سِڪا کوٽا تو ڪالهہ کٽيا آهن
جي وقت چڏيا ريٽي،
ءُ ڪونہ مَٽيا آهن؛
ڪوئي تہ چڏي ميٽي
هينئر تہ اَجائي آ،
يا اڄ بہ سَجائِي آ
جا سارَ سميٽِي تو گلدانَ جيان آهي؟
انسان ڪٽي توِ وٽ انسان جيان آهي؟
اڳ ڪان بہ بُرو آهي

حيوانَ جيان آهي،
في الحال ته مان توتي هي سازُ پيو ڦوڙيان
پر ڪيئن اُها توڙيان
جا ماٺ اجا مَڪليءَ چوڌارِ وڇائي آ،
جا ماٺِ هوائن ۾ هَر وقت سمائي آ؟
مان هيءَ ته ڄاڻان ٿو
آ ڪا ته حقيقت جا طوفان جيان آهي!
گهمسان جيان آهي!
ڪيڏيون نه صديون گهري تو نند ڪئي آهي
تو اک پٽي ناهي
مان گهندَ وڄايان ٿو
۽ ننڊ ڦٽايان ٿو
اي ڪاش ٽُٽي تنهنجي هي ماٺِ اَزل جهڙي
هي ننڊَ اَجل جهڙي!



وارَن وَڏن سان،
ايڏن سَڏن سان
تون ڪير آهين؟
تنا نيڻ ۽ تنهنجا مون کي پُڪارن
جن جي ميارن
۾ جُڳ آهن،
جيڪي پڇن ٿا، "سنسارُ سارو،
تو لاءِ ڳولي ڪيڏو ٿڪس مان،
ڪنهن جاءِ تي هو تُنهنجو پسارو؟
روئِي نهاري تو لِءِ ڀنس مان،
تو لاءِ ڏاڍي آتي ٿيس مان
۽ پو ڏِٺَس مان
تو آهه شايد نرواڻ پاتي!
اَڄ هيءَ جهاتي؟
صورت سڃاتي
مون آهه نَه ڀَه!
ڇو هيئن ٻَه ٻَه
ڏرتي ڀَري ها؟
تو لاءِ دل ڇو ڪارُون ڪَري ها؟"
مان اوچتو ٿو توکي سُڃاڻان
۽ هي ٻه ڄاڻان
تون اَنءُ آهيان
جا مون وڃائي ڪنهن زندگيءَ ۾
ٻيهار پاتي، آهي سُڃاتي
اڄ شاعريءَ ۾!



مون کان منهنجو حال پڇين ٿو؟
زهر اکين ۾ ڪونہ ڏسين ٿو؟
ڪَؤڙيون نظرون، جي ڄڻ ڪوئي خنجر آهن،
تنهنجو خون پِيَڻ ٿيون چاهِن،
تون جو منهنجو دِوست هُئين، پر
هاڻي منهنجو دشمن آهين،
پر پو مان سوچان ٿو، ڇا تون
ان عِزّت جي قابل آهين؟
جو مان توکي دشمن سمجهان؟
پو مان توکان
نظرون ڦيري، مياڻ اندر ٿو خنجر رَکان،
تون ڪجھ ناهين،
ايءَ سزا تو لئہ ڪافي آ،
ها سچ پچ تون ڪجھ بہ تہ ناهين
بس، تڇ آهين!



صبح هُجي يا راتِ،
مايا ڏائڻ*!
ڏند اُنهيءَ جا وِڄ هُيا جڻ واتِ،
مايا ڏائڻ!
تانگر چيو تي پرهه ڦُٽيءَ پرياتِ،
"مايا ڏائڻ!"
"پئونر پريو تي" هيءَ نہ تنهنجي ذاتِ،
مايا ڏائڻ!
ساتِ رهي جي توسان تَنهنجي تاتِ،
مايا ڏائڻ!
تو وانگر هئي ساميءَ ساڳي ڏاتِ،
مايا ڏائڻ!
پاسو وٺ تون، گهٽِ گهٽِ اُن جي گهاتِ
مايا ڏائڻ!

---

* مايا ڏائڻ ڏندري (سامي)



جيءَ اڪيلي جاتَ
بهتر آهي.
وِه جا پيالا هِي جي ماڻهن ڳاتَ،
جيءَ اڪيلي جاتَ
بهتر آهي.
توڙي سِر تي وِڄ ڪري ڪَڙڪاتَ،
جيءَ اڪيلي جاتَ
بهتر آهي.
هر ماڻهوءَ ڪي ڪاريهر جي ڪاتَ،
جيءَ اڪيلي جاتَ
بهتر آهي.
ڏَنديون ڍورا نيٺ تہ ڏيندا واتَ
جيءَ اڪيلي جاتَ
بهتر آهي.
لَنءَ لَنءَ جي تون لاتَ،
ٻاهر ڪارِي ٻاتَ،
گهٽَ هجن يا گهاتَ،
جيءَ اڪيلي جاتَ
بهتر آهي.



ڪاريهر سان ڪهڙي ياري
وَج، وَج، وَج!
اُڏري نيٺ پکيئڙا ويندين
ڪو دم تو لئه لُڏندي تاري،
وَج، وَج، وَج!
ڪهڙا من جا ميتَ، اَڙي تون
ڍونڍيندين جي دنيا ساري،
وَج، وَج، وَج!
ڇِتّيءَ ڪُتّيءَ ڦير نہ هٿڙا
ڪهڙي دنيا؟ هي هَتياري!
وَج، وَج، وَج!
موتُ اِنهن کان بهتر آهي،
هيڏا پڃرا، هيڏا ماري!
وَج، وَج، وَج!
ڏوتيءَ جي ڏڌڪار ڏِيڙ ۾،
چؤڦيرا ڏي تي چوڌاري،
وَج، وَج، وَج!
هو نيرو آڪاش چڱو آ،
مِتّيءَ ڪهڙي مِتا چاري!
وَج، وَج، وَج!



ڌرتي ڪيڏي وڏ ڀاڳي هئي
گوگين* جي دنيا ڀاڳي هئي!
ڀونوِچ سَمنڊُ، هوائون، جن ۾ وَڻ لُڏن ٿا،
سورج مُکيءَ جا پيلا پيلا
ڪيت ڀُڏن ٿا،
رنگ شفق جو چانيل آهي،
رانيل آهي
ڌرتي ۽ آڪاس اُتاهُون،
۽ هُو ڪَڪَيُون ڀُوريون ناريون،
ننگيون ساريون،
جَڻ ڪي ڳاهون
جڻ تہ ڳجهارت هِن ڌرتيءَ جي
جڻ ڪا ڀارت هِن ڌرتيءَ جي!
پئسو ڪونهي
نانءُ نہ آهي
ٿانءُ نہ آهي
پو بہ اُنهيءَ جو بُرش ازل جي رنگن ۾
ڪَهڙن اَنتُ- اُمنگن ۾
آ مدهوش نہ ڇاٽي ٿو!

---

* گوگين= هڪ مغربي مصوَر

ماڻهو هُو تصويرن ۾
ڪيڏو دور اُماڻي ٿو
هن ڌرتيءَ کي واڻي ٿو
چانڊوڪيءَ جي تندُن سان
جڻ تہ خدا وانگر هُو 'ڪُن' سان
ڪا تخليق بڻائي ويٺو،
هي سنسار سجائي ويٺو.
اِئن سي هُن کي پرتيون آهن،
هي جي هُن جون سرتيون آهن
هن جون تصويرون پڻ آهن
۽ جڻ تقديرون پڻ آهن.
ڪانيَل آهي
بيماريءَ کان،
پو بہ مصوَر چِٽَ چِٽي ٿو
پنهنجي من جا مِٽَ چِٽي ٿو.



تون وَئينءَ جٹن ڪونج ڪينٹيءَ تي اُڏامي
ڏيکُ پنهنجو ڪونہ ڏِني،
۽ شفق ۾ گُمَ ٿِئي،
رات اونداهيءَ ۾ تارا آگَريون پنهنجون وڏائي
جا ڇَڏن مون کان ڇُپائي،
ڇا هوائن کان لِڪي تو
هُبَ ڪا ايندي ڏِني آ؟
۽ ڇُپي سا گُلَ جو سينو ڇڏي ويندي ڏِني آ؟
جي سُگَند آهين تہ پو تون ڦهلندينءَ
ڪٿن اُڪيلو ٿَهلندينءَ؟
واسَ کي واري نہ سگهندينءَ، ڪيترو ڇُپندينءَ تون؟
جيترو ڇُپيندينءَ تون
اوترو پڌرو ڪندينءَ تون پاڻ کي.



اهو تون نہ ڄاڻين
ستارا بہ شعلا ٿين ٿا
نہ ئي تون سڃاڻين
تہ اهڙا بہ لمحا ٿين ٿا
جڏهن چنڊ آ تاجَ وانگر،
جڏهن شاعري شاهزادي لڳي ٿي،
جڏهن ساهُ سوراج وانگر
ائين آهہ آزاد، آڪاڙَ جُون جئن هوائون،
جڏهن لفظ ٻڻجي خُدائون
نيون ڪائناتون اکين ڪي ڏِين ٿا،
تڏهن حسن لئي هو ثباتون ٿين ٿا،
جڏهن هو پِيَن ٿا
اُهي جام جي بادلن ڪونہ پيتا،
جڏهن هُو وَسَيا ٿي سَلن ڪونہ پيتا،
اَڃا شاعري مَٽِي نرالي پيئِي ٿي،
ازل جي صراحي اڃا ڪانہ ٿي آهہ خالي، پيئِي ٿي،
انهيءَ ڪان وڏي ڪيپَ ٻي آهِ ڪهڙي؟
اها شاعري جِيتَ جَهڙي
نہ هر ڪنهن مِلي ٿي
ائين آهہ توڙي صدين ڪان تِلي ٿي
سُويمبَر ڪنهِين وقت ورلي ڪري ٿي،
وِجهِي قول- مالا اُنهيءَ ڏي وَري ٿي
وڏو آهہ سنسار جنهن جهولَ پنهنجي،
گهٽائون سمايُون رَهيون ٻَولَ جنهنجي!



تون نيٺ ايندينءَ
دل جي گواهي ڪيڏي سچي آ!
ڪنهن هيئن دَر تي ٺَڪ ٺَڪ ڪئي آ؟
جَڻ چَنڊُ آيو
منهنجي اڱڻ ۾!
جڻ آسَ وَڻ ۾
ڦل ڪيترائي جاڳِي لُڏن ٿا!
جڻ مَن۔ نديءَ ۾ آ وِيرَ آئي،
۽ عمر ساري آهي سَجائِي!
هي ڪير آئِي؟
ڇا هي پڇان مان
"تو دير ڇو ڪئي؟"
هو رات جي رَئي
ڪيئي ستارا آڪاش نيلي ۾ جي ٻڏن ٿا،
جڻ ٻاڪ ٿي وَئي
ڪيڏا پره جا
پَنڇِي هوا ۾ ٿا ڇهڇهائن
۽ گيت ڳائن
سيني ڇُپائن
ڇا ڇا صدين جا، سُپنا صدين جا!
مون عمر ساري، جاڳي گذاري

جَڻ عڪس تُنهن جا من- آرسيءَ ۾
وَر وَر پَيا ٿي!
جڻ نيڻَ مُنهنجا آتا لڳا ٿي
۽ پوءِ ٽڪجي
هو تاڪَ پنهنجا پُوري سُتا ٿي؛
تو اوچتو ڪٿي
دستڪ انهن تي
۽ چنڊ آيو منهنجي اڱڻ ۾؛
جڻ باڪ- وَڻ ۾
ميوو لڏي ٿو
جو من چيني ٿو؛
آدم حوا جي تقدير وانگر،
۽ پَنَ ڪوئي انجيرَ وانگر
ڪا شيءِ ڏِکي ٿو
ڪيڏو ڏُکي ٿو
جنهن وقت اُن تي جڙ هِيرَ وانگر
ڪو پيار جُهلڪو
ڪنهن تيرَ وانگر
ڪوئي سَجي ٿو!
بي چئن ٿي من ڪنهنجي ميجي ٿو؟
ڪنهن جي ميجي ٿو؟



هي مَڏ گهاٽو ٽون جو پٽين ٽـو،
تنهنجي چُڪيءَ سان ڪيئي مَتارا
گهوماٽِجَن ٽا،
۽ ڪاٽجن ٽا
جڻ ڪو وسيهرِ ٽن تي وَري ٽـو
جو جو مَري ٽو
اُن جي امرتا آهي وَتِيءَ ۾
تنهنجي گهٽيءَ ۾
ڪيڏا ازل جا اسرار آهن!
۽ يار آهن
جن راز ڄاتا ۽ تو سڃاتا
مخلوق ڪان جي روپوش آهن!
ٽا چاهِ چاهِن
جيڪي اُنهيءَ جا،
جنهن آڇيو آ، سنسار سِرجِي
جڻن شام ٽئي ٽِي
ٽا نانوَ تَنهنجي هُو روز پيئَن،
۽ اِيئَن جِيئَن
جڻ موت تَن لئه
ڪائي حقيقت ٽِيٽو نہ آهي،
جڻ موت حيرت ٽيٽو نہ آهي
۽ زندگيءَ ۾ حسرت نہ آهي،
پوري نہ ٽيٽي آهي حياتي
جنهنجي بظاهر هر بي ثباتي

ڪوڪوڙ آهي
چاهي نہ چاهي
ماٺھو نہ مَرندو، پيهار وَرندو!
تُنهنجيءَ گهٽيءَ ۾
جنهن جي مٽيءَ ۾
ڪوئي اثر آ، اڪثير وانگر
۽ ڪنڊ ڪيڏا اُن ۾ ڪُڏن ٿا
چڙ گل لُڏن ٿا.
اُن هير ۾ جا آهي بَسنتِي،
ماٺھو سرشتو ڪو ناهه تَنتِي
هو روح آهي،
سو ڪوه آهي
سَو ڪوسَ جيڪو ڪن ۾ پَري ٿو
۽ ائين پَري ٿو
جئن مَٿ ماتي
وَتَ ڳتُ ڳاتي
لاهي چڏي ٿو،
۽ راز ڪولي آزادگيءَ جا،
تُنهنجي خوشيءَ جا،
۽ تنهن دريءَ جا
جنهن مان هوا جا جُهلڪا اَچن ٿا،
۽ سَمندُ جا اِئن چُلڪا اچن ٿا.
آهي سمايل
اندر لِڪايَل
چڙ سمنڊ تو ۾!



هر وقت تُنهنجي هبڪار آهيان
مان سارَ آهيان
سارِين گهرّين جي جيڪي گذاريون
تنهنجَن چَگن ۾
اهڙن ڏ‍ِگن ۾
جن تي هلي تون آن واءُ وانگر!
تو ڪاڻ آڱر
ڪيڏو سِڪي تو؟
۽ چَنڊ هُرڪُر
آ رات سارِي
لهندي اِتي ٿي تُنهنجي سُواري!
تو لئہ ڪُمارِي
هي وَڻ جيڪو اُن ۾ کَڙو آ
تاڙيون وڄائي تو آجيان ۾؟
شايد پَريان ۾
جو ڏُنڌ اهي، جو صاف ناهي
اُن مَنجھ تُنهنجي ڏولي اچي ٿي
جڻ واءُ ۾ ڪا ڇولِي اچي ٿي
تُنهنجي تہ آ، جا ٻولي اچي ٿي
ڏولي اچي ٿي!



سمجهان تہ ٿو مان،
جي رات ايندي توکي سڏيندي،
تون ڪونہ ايندينءَ، تون ڪونہ ايندينءَ!
چاهيان تہ ٿو مان،
ائين باڪ نڪري
لوئيءَ مٿان ٿِي جئن لاڪ نڪري،
جنهن وقت ايندينءَ ڳالهيون تہ ٿيندي‌يون،
رابيل ڦُٽندي هيرون تہ ايندي‌يون
۽ دور ويندي‌يون،
تنهنجون سڳنڌون،
واسي چڏينديون وَستي سَمورِي،
ٿي واءُ وركا مَستي سَمورِي
چوڌار نيندي‌يون،
تُنهنجَن ڳلن جون
ڳالهيون تہ ٿيندي‌يون!
ڪنهن کي جهلينديءَ؟
ڪنهن کي پلينديءَ؟
سرتيون سَلينديون ڳالهيون تہ ٿيندي‌يون!



سورج مکيءَ جي پيلن گلن سان
هُو کيتَ۔ کورا کيڏو ڀرن ٿا،
پوپٽ اُنهن تي شعلا لڳن ٿا.
ڪا وَهڪ آهي، جنهن تي ترن ٿا
ٿو سِجَ هُنِ ڏي وَر وَر چتائي
هِي ڪيرُ آهي سورج مُکيءَ جئن؟
دونهينءَ دُکيءَ جئن؟
شُعلا ٻہ آهي، دونهون ٻہ آهي،
سُونهون ٻہ آهي.
اِن سونهَن جو، جا ڀَر ڀَر ڀَري ٿِي
سورج مُکيءَ جي پِيلن گلن ۾!
جاسانجهہ ٿيندي نَہ پہ نَري ٿِي
ٻيهر وَري ٿي
جا باک نڪتي جا سِجَ اُڀري
تنهن نِجَ، اُڀري
جو سِجَ ۾ آ!
جو سونهن ۾ آ!



ڇاٽي نہ ڇاٽي
تـو گيت آٽي
اِسرار تُنهنجا
ماٽي نہ ماٽي
هُو پريت تنهنجي
هُو پيار تُنهنجا!
واٽي نہ واٽي
اوجهاڻ تُنهنجا
۽ ڇارَ تنهنجا!
پر تـو سُڄاٽي
اَشجار جيڪي
اشعار تنهنجا!
۽ تـو لسائي
هو وارَ تُنهنجا!
سنسارَ تُنهنجا!
سنسارَ تُنهنجا!



ڪيڏو تہ اڏن ٿا ماٺھوئڙا!
ڪنھن وقت لڏن ٿا ماٺھوئڙا!
تون ڇا آھين؟
تو لاءِ گھڙي جا ٽيءِ آھي
سا ٽيءِ آھي،
تو لاءِ مداوا ٽيءِ آھي،
جيڪي اڳتي آ ٽيءِ آھي،
ھي ساري دنيا ٽيءِ آھي.
جا شيءِ آھي،
سا ٽيءِ آھي.
جا ميءِ آھي،
جنھن ساڻ خماريل آ ماٺھو،
۽ اُن تي واريل آ ماٺھو،
تنھن وقت سندس جا لَيءِ آھي،
سا ٽيءِ آھي،
۽ ھيءُ بہ ٽيءِ آھي تہ ڪڏھن
ھي جَڳَ ڇڏن ٿا ماٺھوئڙا
ھر وقت لڏن ٿا ماٺھوئڙا!
تون ڇا آھين؟
تون ڇا آھين؟



ننڊ ڪيڏي ٿي اچي
ٿڪَ ۾ منهنجا ڇپر ائين ٿا جهڪن
جيئن ڪوُ نيٽ ٿا جُهڪن طوفان ۾!
نيڻ منهنجا ٿا ڏڪن
جاءِ ڪنهن سنسان ۾؛
۽ پڙاڏا ٿا ٻرن
رات جو گنبذ ڏرائي ٿو پيو،
چند تارا، سڀ لڪائي ٿو پيو،
ڪيترا فانوس ها انسان ۾!
سڀ گهڙيءَ لڻ ڪو وِسائي ٿو ڇڏي،
موت ۾ هر شيءِ ڇُپائي ٿو ڇڏي،
موت جيڪا ننڊ آهه جا، ٻاڪ جو وينڊي ٽُٽي،
ٻاڪ ڪا ويساڪ جي
جاڳ۔ اوسيئڙو ڪري
ڪوهه تي پيئي پري
مارئيءَ وانگر گهڙا،
زندگيءَ جا بي وَڙا
پَل وساري تي ڇڏي
ڏينهن کو ٻيهر اُباري تي ڇڏي!



دود ساگر* لاءِ ڪو ماپو بہ آ؟
يا ڪڏهن نايا گرا**
ڪنهن سَمايو آهہ بوتل ۾ پَلا؟
اِيئَن منهنجيءَ شاعريءَ کي ڏس نہ تون
زندگيءَ کي ڏس نہ تون
زندگي جنهنجي نہ آ ڪا ابتدا،
۽ نہ ڪائي انتها،
ڪئن اُنهيءَ کي سمجھ ۾ پنهنجي سَمائي تو سگهين!
شاعريءَ کي ڪيئَن پائي تو سگهين!
تو اڙي نقّاد! ايڏي وَهڪري مان
آ ڀريو هڪ ٻُڪ اجان!
پي ڏٺو آ ڍُڪ اجان
ڪيستائين جَر وجي تو دور دُور
تون ڏِسي سگهندين نہ مُور!

* دود ساگر= گوا مان وَهندڙ آبشار
** نايا گرا= آمريڪا جو آبشار



چاهَ ۾ ڪو چاهُ ڪونهي
ساهُ منهنجو ساهُ ڪونهي!
پاڻَ سان سڀ ڪجهه ڪٽي وَئينءَ
پو بہ دل سائيءَ چپر تي
تي چوي ليٽي پوان
۽ مَٽي وَڻ ۾ پرندي ڪي چوان،
”تو ڪڏهن هُن ڪي ڏٺو آ؟
”هوءَ جا رابيل جئن آ؟
”گيت تو هُن تي چَيو آ،
”گيت مون جئن تون چئي سگهندو تہ آهين
”پيار ۾ سڀ ڪجهه ڏِئي سگهندو تہ آهين؟“
واءُ ڪان جيڪر پُڇان
”هو سُڳند يا وار هُن جا رات جي راٽيءَ جيان
”واسُ تِن جو تو جڏهن ڦهلائِيو؟
پيار ڪو توکي بہ هُن تي آئِيو؟“
ها مگر سو واءُ ڪونهي
جو گُهليو پَر سال هو هِت،
ها اُتي پر سال وارو گاهُ ڪونهي
آنءُ وينو آهيان جِت
هوءَ ساڳي ڪيئَن هوندي؟
هوءَ ساڳي ڪيئَن هوندي؟



سِرَ لُٽدين شهسوارَ

کيستائين ، کيستائين !

ڏڙ لتاڙيندِي پٺي تنهنجي ڏڪارَ؟

کيستائين ، کيستائين !

کيستائين موت جي وڄندِي سِتار؟

کيستائين ، کيستائين !

اِن مٿان مضراب جا هر وقت وار؟

کيستائين ، کيستائين !

زندگانيءَ جو جبو هِٿن تارَ تارَ

کيستائين ، کيستائين !

رتّ جا ريلا وهن جئن آبشارَ

کيستائين ، کيستائين !

ڪونہ ٻُڌِبي آدميّت جي پُڪارَ؟

کيستائين ، کيستائين !

اي خدا! هن خلق کي تون مَتّ ڏي

هر ڪنهين کي ڇَتِ ڏي!

هر ڪَهين کي ڇَت ڏي!



تو اڇي طوفان وانگر، ڪجھ ٻُڌين تو؟
ڏُور تان گهمسان وانگر ڪجھ ٻُڌين تو؟
ڪيئن ڇئجي سَنک ڪنهنجا تا وڄن!
قافلا ڪهڙا اَچن؟
ڏوڙ ايڏي آ اُٿي جَڻ سِجَ جيڏِي آ اٿي!
ڇا ڏٺو زندان وانگر، ڪجھ ٻڌين تو؟
ڏِس در و ديوار ڦَھ ڦَھ ڪَن پَيا،
ڪير ٿِي آزادُ ٿَھ ٿَھ ڪَن پيا،
اوچتي امڪان وانگر، ڪجھ ٻڌين تو؟
ڇا گهٽا گهنگهور ٿي ڪائي اَچي؟
ڄڻ ته زوران زورِ ٿي ڪائي اچي،
ڇا هوا ۾ ڪان وانگر، ڪجھ ٻڌين تو؟
هِيءَ زخمي زندگي ٿِي ڪنهن وَٽي!
موتُ ڪنهن تي هيئَن مرهم تو هَٽي؟
درد جي درمان وانگر، ڪجھ ٻڌين تو؟



پيار جي ڪا مُندَ ناهي،
پيار لئہ برسات ڪا ناهي ضروري
رات ڪا ناهي ضروري؛
هي جڏهن چاهي ڪِڙي
توڪڏهن جُهڙ ۾ ٽِڙي،
هيءُ ڪو سورج مکي ناهي تہ اُن لئہ سِجَ گهرجي!
۽ نہ اُن لئہ ٻِجُ گهرجي،
اوچتو من ۾ ڦٽي تو گُل جيان
اوچتو ڪنهن پُل جيان
ٿي وڃي ٿو-
ايترو اَمرت تڏهن هُو پِي وڃي ٿو
ڪابہ هن کي وِهہ وِهاڻي ڪا نہ ٿِي،
ڪا جُدائي پوءِ ڪاٽي ڪانہ ٿِي.
پيارَ ۾ ڪا شيءِ ٻہ واٽي ڪانہ ٿِي
وِکَ وڌندي ٿِي رهي
۽ اُنهيءَ جي ٽِڪَ وڌندِي ٿِي رهي،
جيترو رستو وڃي ٿو ڪوبہ اُن جو موڙ ناهي،
توڙ ناهي.



اي محبت! تون تہ جئن گل مهر جو،
اوچتو ئي اوچتو،
وَڻ ڦُٽي پَئي، ايئَن آهين!
ڇا چوان مان ڪِيئَن آهين!
جئن شفق آ شام جو تيندِي اِئين
تون بہ دل ۾ آھ جَڻ ايندي ائين،
رَنگَ جي ورڪا ڪَندِي
ڪنهن مُصوّر جي نئين سوداءَ جئن؛
تون اِئين آ ڪَڙڪَندِي
وِجِ ۾ ڪائي وراڪا واءَ جئن
۽ اُجالو ٿِي وڃي،
زندگي پرپور پيالو ٿي وڃي
۽ نشو اُن ڪي نرالو ٿِي وڃي
۽ سڀي رنج والم جو جن اِزالو ٿي وڃي!



موت جي منجهدارِ ۾
جيئَن ٻانڊِي ٻارِ ۾،
تئن مِلي وئينءَ!
تو اِئين تاري ڇڏيو،
مون ٻڏڻ جي ڳالهه کي واري ڇَڏيو؛
هاڻ وَه ۾ تو وچان توڙي ڪِنارو ڪونہ آهي
تو سوا ٻيو ڪو سهارو ڪونہ آهي
ڪيستائين تو ڪَهان!
ڪيستائين تو ائين وَه ۾ وَهان!
ڪيئن چئجي!
ڪيئن چئجي!



ڪيتري ويچارڙي
ننڊ ۾ آ ٻارڙي!
ننڊ جا ڪارا گلاب
ائن ڇٽي ٻوندا، خموش!
نيڻ هن جا بند آهن
پر فرشتا ٿا ڏسن،
ڪي ازل جا دُور رِشتا ٿا ڏسن،
ننڊ ڪچي تند آهي پٽ جي
جي ڇِڄي پيئي، ته اُن ۾ ڪيئن خواب
تون وري وجهندين جناب!
خواب هن جا پٽ جا ڳانا ته ناهن
جي ڇِني پيهار جوڙين،
ننڊ ٿو هُن جي نهوڙين،
تو اچي جنهن وقت هوش،
دُور ٻارن کان فرشتا ٿا وڃن!
ايترو ڇا لاءِ جوش
بند ڪر آواز پنهنجو، بس، خموش!



چَنڊَ! تُنهنجو جهيرٽو*
ننڊ جي ماتِي ولوڙي تو پيو!
آنءُ ڏوڏيءَ جي ڌڪيءَ جئن
تو وَري ٻوٽيان اکيون،
جڻ اِهي تُنهنجون سَکيون،
پينگهه تنهنجي لاءِ ناهي، راهَ تنهنجي تيون ڏِسَن،
تون اچين جئن، تيئَن ڪو جهوٽو ڏِين
رورَ سان هُو واءُ مِر!
ننڊ منهنجيءَ کي نهوڙي تو پيو،
روپُ تُنهنجو بي تِٽو!
چَنڊَ! تنهنجو جهيرٽو
ننڊ جي ماتِي ولوڙي تو پيو،
۽ چِنيي منهنجا ڇَپر
جَڻ تہ هڪ ٻئي کان وڇوڙي تو پيو،
مَن وَري تو ڏانهن موڙي تو پيو!

---

* جهيرٽو= منڌيئڙو



جَرڪنڊي
۽ شفق جي رنگ ۾ جَهر جَهر ڪنڊي
ڪونج جئن ڪَر ڪَر ڪندي
دورُ، ڏاڍو دور تان
اوچتو ڪيئيءَ مٿان
ٿِي لهي،
(ڪيئن چوان ڪيڏانهن ٿي آخر ڪَهي!)
پيار ائن ڪنهن پارَ کان
لوءِ تنهنجي ڏي لڏي
۽ نہ آڪيرو اَڏي
ائن اُڏامي ٿو وڃي توکان پَري
گونجَ سان ڪيئِي پَري!



موت سان هِي ماسُ مَرندو،
سواسُ مرندو،
سارَ تنهنجي ائن چُپي ويندِي مگر.
يا اجا پِي يادگيريون کيتريون
جيئن پاڻيءَ ۾ مڇيون
جي تَري تائين وَڃن،
سجَ جا يا چنڊ جا
تِرورا تِن تي سَجن
تيرَ پنهنجا، ناهِ ممڪن!
ها مگر هي آهِ ممڪن
ڪوئي ماڻهوءَ مَن۔ تَلاءُ
ڏيک تِن جي ڏي ڪنڌهن
جيڪنڌهن
ڪو چوي مان هِي هُيس
۽ چَوي هُو پَڪَ سان!
تون فقط ڏسجانءِ هن ڪي ردَّ بدران شَڪَ سان!



رات ۾ آهي ڄڀي راڪاس جي
هي اُماڙي آهه جا اتهاس جي
باھ تِي پڙڪي متان!
تون تہ ڳياڙيءَ سان اچان
تو پَيَرَ پڙڪائِين!
اِئن پيو سمجهين تہ تو تِڙڪائئين
تَنبَ توڙي توڻيون،
ڪيتريون ئي جوڻيون
هو هيا ترسي پيا،
نيٺ جو بَرسِي پيا
چؤ طرف ڪاريون گهٽائون ٿي ويون،
بند ايڏو سب ڳڦائون ٿي ويون
تون نٿو نڪري سگهين
جيءُ، پر جي جِي سگهين!



ڪڏهن ڪنهن سِير ۾ آهين، ڪڏهن ڪنهن سِير ۾ آهين،
اجا پيڙي پيو ڪاهِين!
ڪڏهن منصور سوريءَ تي، ڪڏهن سقراط تي دانهِين!
ڪڏهن دارا جيان سِر ڏين، ڪڏهن سرمد مٿان باهِين!
هزارين روپ ها تنهنجا، ڪڏهن ناهين، ڪڏهن ڏاهين
هزارين چاه تو چاهين!
برائيءَ ۾ چڱائيءَ ۾ ڪڏهن لائي نه چائيءَ ۾،
ازل کان تون اِئين آهين.
ڪڏهن ڪنڪر پيو ڪاتين، ڪڏهن رستا پيو ڪوٽين،
ڪڏهن گمراهه تي موٽين.
ڪڏهن پويون گَرهه آهين، ڪڏهن اُن کان نِرهه آهين،
صليبون تو ڪڏهن گهلِين ڪڏهن تلوار سان اُيري،
نئين ڪا جنگ تو جوٽين.
ڪڏهن سنگيت جي تاريخ آهين تون، ڪڏهن ڪا چيخ آهين تون،
ڪَڙو آهين، مِٺو آهين آهين، مگر تون ڪنهن ڏٺو آهين؟
نه جيڪو ڪنهن ڪنهن پڙهيو آهي، ڪڏهن ڪِئن راڳُ
جوڙِين تو
ڪڏهن ڪِئن واڳَ موڙين تو، ڪڏهن ڪِئن واڳ موڙين تو!

سدائين روه روڙين تو، سدائين واٽ ووڙين تو
هلي تو سلسلو تُنهنجو، ملي تو انت ڪو تُنهنجو؟
ڏٺو هر فلسفو تُنهنجو نہ آهي ڪو پتو تُنهنجو؟
سڄي سنسار کي سَو وار تو ناهين، وَري ڏاهين.
ڪِناري تي اچا مَس تو پُڄين، ٻيهار توڪاهين.
عدم تو لاءِ ڇڻ ڪوئي قدم آهي عدم ڇاهي؟
ڪڏهن هي چاهہ تو چاهين ڪڏهن هو چاه تو چاهين!
وري تو رنگ ۾ رَنگين ڪڏهن تون 'نانهہ' ۾ ناهين
ڪڏهن تو توه ڪان ناهين
اچا ٻيڙي پيو ڪاهين
اچان ٻيڙي پيو ڪاهين!



پيار تي ڪهڙي مَيارَ

پيارُ ڪنهن جي وَسّ ناهي.

”رنگُ؟ ڪهڙو؟ رَنگُ ڪنهنجو؟

سَنگُ؟ ڪهڙو؟ سَنگُ ڪنهنجو؟“

پــو بـہ گل جي هيءَ سارَ!

چــو چــَڏِي آهــي بــهــارَ؟

پيارُ ڪنهن جي وَسّ ناهي.

هي ڦُڙيون برسات جُـون

رات گڏجي تـي وسـيـون

نيٺ ٿينديون ڏارَ ڏارَ،

سِجّ ڪي رَهندِي نہ سارَ.

پيارُ ڪنهن جي وَسّ ناهي.

رات جو تارا ڏِسن ٿا

پيار ۾ پيارا ڏِسن ٿا

پو بہ هر ڪنهن پَندّ پنهنجو؟

ڪنهن ڪنيو سَوُڳندّ ڪنهنجو؟

پــر چــيــو تــي انــتــظـارَ

پيارُ ڪنهن جي وَسَ ناهي.

پيارَ جو ڪو ڳسُ ناهي
ڏسَ هُن جو ڏسَ ناهي
پَر گهڙيءَ جي لاءِ ساهي
ويو پرندو، ڪونه آهي!
پَل ٽِڙي ڪيڏو نه ٽارَ،
پيارُ ڪنهن جي وَسَ ناهي.



تو ہِڏي آهي؟ لِڪَلِ آ گِهندَ ۾ ڪيڏِي پُڪارَ!
بَسِ ڇهڻ جِي دير آهي؛
جيڪڏهن ڪوئي ٻہ چاهي
هُو وَسائي آبشارَ
آ مِٺي آواز کي ڪيڏِي نہ لارَ!
ڪو پروهت ناهہ يارَ
جوڪَتين تائين وڃي اُن جي اُڏار!
هي اَڪيلو گهنڊ آهي، ننڊ جا جنهن تي خمارَ
ڪَنڊَ هُن جو ٿا جُهڪائن،
سانتِ کي اُن ۾ سَمائن
تو ڏٺي آهي، سُتل آ ننڊَ ۾ ڪيڏي پُڪار؟
گِهندَ ۾ ڪيڏي پُڪارَ؟



اڄ تہ در پردا لڏن ٿا
پو بہ ڪوئي ڪونہ آهي
بس، هوا آ!
وڻ ٻنيرڪي جو ڦٽن ٿا
هُو مگر آيو نہ آهي
ڇا صبا آ؟
ياد جا هي گل ڇڻي ويندا جڏهن
ٿابتي ڪهڙي تڏهن،
هي لُڏيا ها!
واءُ ۾ ڪيڏو ڪُڏيا ها!
پر اُهو هٿ جو اچي تن کي پٽي،
۽ سندن خوشبو جهٽي
ڪونہ آيو!
ڪونہ آيو!



تون هزارين شعر آهين
آنءُ ڪهڙو چونديان!
جو ڇِني جڳ کي ڏِيان
جيئَن ڪو سُرهو گلابُ؟
ڪوئي خوابُ؟
تون هزارين شعر آهين
جئَن ندي تي وقت جي تا ترمِرائن ترورا
چنڊ جا،
زندگانِي جئَن روانيءَ ۾ حُبابُ،
رات جئَن ڪوئي ربابُ؟
گيت ڇيڙي اَڻ ڳڻيا،
ڪيترو مونکي وَڻيا
وارَ تنهنجا
سونهَن جا سنسارَ تنهنجا،
۽ مُهاندا مُنهن انڌيري ۾ پره جا پارَ تنهنجا،
وقت سان وهنوار تُنهنجا
ڪيترو آسان ها!
وقت جئَن ڪِشتي وجي ڪا تِيرَ جئَن،

تون لڳين ءَ ٿي نيرَ جئن،
پوءِ ڪنهن تقديرَ جئن
آ ڇڄو ناتو اِهو،
ناهَ پاراتو اِهو
تون جدائيءَ ۾ بہ ڪيئي شعر آهين!
بي وفائيءَ ۾ بہ ڪيئي شعر آهين!
سَچ تہ تُنهنجي ويڇڙائي
آشنائِي-
شعر سان اُن جي رقابت ٿِي ٿِئي،
پر جڏهن دوري حقيقت ٿِي ٿِئي،
تون ڀلي چاهين نہ چاهين
مون اڳيان آهين ڪِ ناهين
تون هزارين شعر آهين.



جو رڪي ڏيئو وئينءَ
تو اجا تائين ٻري!
وَٽ اڳ جئن تي جَلي
۽ پتنگا تا اَچن،
جَنُ ڄيءَ جي ڄارَ ۾
تا مچين وانگر نَچن!
ڪيئن چئجي هو ٻچن
يا مَرن مُرڪي ڪَري!
تو اجا تائين ٻَري،
تون پپل جي ٿُڙ اڳيان
جو رڪي ڏيئو وئينءَ.
سو وساڻو ڪونہ آ،
تو ٻري انسان ۾
جو وساڻو ڪونہ آ؟
ڪجھ تہ آ اِن جوت ۾
جو اُجهامي ئي نہ ٿِي!
واءُ ڪيڏا وَس ڪيا
پوبہ ڪامي ئي نہ ٿي!
آنءُ پانيان تو سوا
ڪانہ تي منهنجي سري،
تو اجا تائين ٻَري
تون پپل جي ٿُڙ اڳيان
جو رڪي ڏيئو وئينءَ.



زندگيءَ کي چهڪ ڏيئي،
موت بينوتهڪ ڏي!
ريشمي خيمو اِئين چيري ڪَري
پيرَ تو پنتي پَري؛
سِجّ جئن چاقو سندس چمڪي پيو،
موت ناهي رات، جو
اوچتو اونده تئي؛
موت توکي تو ڏِئي
سوجهرو ئي سوجهرو.
اَنتُ جنهنجو ڪونہ آهي.
جندڙيءَ جو ڏوجهرو
ختم تي تو، ڪونہ آهي.
موت مصريءَ تڙ تہ ناهي
پوءِ ڪَؤڙو ڪونہ آهي
ٻاهران وِهُ تو لڳي، پر
وِهُ. وِلوڙو ڪونہ آهي،
جڙ تہ ڪو رابيل جو گُل
منهن- اندرين مهڪ ڏي،
موت بينو تهڪ ڏي!



اڄ سَرءُ جي مُندَ ۾
تـي جواني ياد آئِي،
پيار جي پهرين نشاني ياد آئِي.
تو چُمِي ڏِنِي چيو هو:
”آنءُ تنهنجي آهيان
ڪنهن ٻہ ٻـي جي ناهيان“
اوچتو سڀ زندگاني ياد آئي،
عمر فاني ياد آئي،
چنڊ هن گل مهر ڪان
رات جو تين پهر سان
آ وَيو ڪيڏو پَري،
پيار جون ڳالهيون ڪَري؟



چڻ تہ ڪنهن بادل پنيان تو هُو وجي
ڪيترو اڳتي اجان تو هو وجي!
لهر هُن کي جئن ڇَڏي درياهہ ۾
آهہ اڳتي ڪاهَہ ۾
چڻ تہ اُن کي جَنگ آ ڪا جيتڻي،
پريتڻو ڪا شيءِ نہ آهي!
ساز جون تارون تنيون ناهِن اجا
پر اڳي جئن ليءِ نہ آهي!
آنءُ سمجهو شاعِري
آهہ تُنهنجيءَ جاءِ تي، سارُون تنيون ناهِن اجا!
ڪوتِ تنهنجيءَ لئہ ڪڏهن ڪارُون ڪُتيون ناهِن اجا!
ڇو نہ سمجهو آنءُ هِي
چندڊ پي گل مهر ڪان
نيٺ وسِري تو وڃي!
گل ڇڻن تا واءُ ۾
پيار ۾ ويساهہ وِڪري تو وڃي،
چاهُہ نڪري تو وڃي!
ڏِس پرهہ جي هير اُن سان اوچتو

آ نئون ناتو ڪيو،
پر اڳين لالاڻ اُن ۾ ڪانه ا
ڪاڻ ان ۾ ڪانه آ
هير جي ايندي ته ڇا ويندي ته ڇا!
منڊ جا
ڪيترائي پُورَ آهن،
سورُ ڪي ناسُور ناهِن
هير آ مرهم جيان،
ڦٽ ڇُٽائي تي وجي
سارَ ساريءَ ڪي اُڏائي تي وجي.



کيترا گل هيا
کلھ املتاسَ ۾،
ڦوھَ جوڀن جيان
پيار جي پياسَ ۾!
اڄ سَرءُ واءُ ۾
سڀ ڇڻي ٽاريُون
چَنڊَ ڏي ٽيون ڏسن ڪٿن نہ ويچاريُون!
ڇمڪٽيون ڇيڄ لئہ ھو وڏائن پيون،
۽ اڳين پيار کي آزمائن پيون،
چنڊ ويندو رھي ٽو سَرءُ واءُ ۾
ڇيڄَ ڪيڏي نہ ٽو کو سَرءُ واءُ ۾!



اُسَ جو ترڪو پَوي تـو
۽ چوي تـو:
"ڪونہ آهي."
هير جو جُهلڪو اَچي تـو
۽ چوي تـو:
"ڪونہ آهي."
هي پَنا اڏ ۾ لڪِي،
هو ويو ڪاڏي هَلِي،
در مٿان ڪَڙڪو اچي تـو:
"ڪونہ آهي."
جڻ تہ ڪو سَپنو هُيو
رات جو آيو هُيو
جاڳ جو دَڙڪو اچي تـو
"ڪونہ آهي!"
هو هليو ويو
ڪونہ ترسِيو
"ڪونہ آهي!"
"ڪونہ آهي!"
"ڪونہ آهي!"



تون انهي رستي مٿان ويندو نہ ڪر،
جنهن مٿان
ڪالھ نانا* تي ويو
تاتنيا توپي** ويو
ڇو تہ ان رستي مٿان
جو ويو موٽيو نہ آ
وقت ٿيو موٽيو نہ آ.
* جيئن جهانسيءَ مان وئي ڪا تيرَ جان
ڪالھ گھوڙي جي مٿان
مون ڏٺو رستي اَرڙ جئن ڪَئي هَلان
وات ڦاڙي جڻ تہ ڪنهن تقدير جان
۽ ٻِرڙيءَ مان هيٺ تِرڪائي وَيو
ڪيئَن هُن کي نيٺ ڳرڪائي ويو
تون انهيءَ رستي مٿان ويندو نہ ڪر!
زندگي پياري اَٿي
شاعري پياري اَٿي
ڪالھ 'غالبُ' جئن 'ظفر' جي موت تي
ماٺ ۾ هئو جڻ تہ پرَ جي موت تي

* نانا، نانا صاحب،
**تانتيا توپي، جهانسيءَ جي راڻي- ١٨٥٧ع واري بلوي جا اڳواڻ.

تون اهو رستو وَنِي
پَنڌ پنهنجي ڪي پُڄائي ٿو سگهين.
پَنڌ ئي سڀ ڪجھ تہ آهي
۽ جتي پهچڻو اٿئي سو هنڌ ئِي سڀ ڪجھ تہ آهي!
تون مگر ڪِٿ ٿو مَڃِين!
تون انهي رستي مٿان ئي ٿو وَڃين
جنهن مٿان
چڙ هوا سان شرط جان
ڪالھ نانا ٿي ويو
تانتيا ٽوپي ويو!



هان تون سڀ ڏَنُ دولت ڪَڻُ!
هي هيرا جي سومنات جي هِيرَن وانگر
تِيرن وانگر
تن جي ساري چاهَت ڪڻ!
تن ۾ جي آ راحت، ڪڻ!
سِڄ هزارين هيرا آهي سنڌوءَ تي،
تِن ڪي ڏي مون لاءِ ڇڏي!
سون شفق ۾ ايڏو آهي
ڇڻ ته هماليہ جيڏو آهي
مان شاعر هان، مون جئڻ شاهوڪار نه ڪوئي،
هي سارو سنسارَ نه ڪوئي
مون جئن ڪٿندو!
مون ڪي وَٽندو
جو گل آهي، ڏس سو سوني ڪاڻِ ته آهي!
مون ڪي ڪائي ڪاڻِ نه آهي.
هان، تون سارِي شهرت ڪڻ!
پنهنجي لاءِ حڪومت ڪڻ!
مان هي سارا سِڪا ڪوتا تنهنجي لاءِ ڇڏيان ٿو،

هي پاڻيءَ تي سارا ڦوٽا تُنهنجي لاءِ ڇڏيان ٿو،
مون لئِہ هي پَهراڻ هوا جو ڪافي آهي
مون لئِہ هيءَ تلافي آهي
ڪپڙا، لٽّا، عِزّت ڪڻ!
سج لٽي جا لعل وگوهر تون مَتِ ڪڻ!
ڪِڻَ لئہ ڪَڻ!
سڀ ڪي وَڻ!
اڄ هر ڪنهن جي حسرت ڪَڻُ!
ڪَڻ! تون سڀ ڏن دلوت ڪَڻُ!



مان پٿائي ڪونہ آهيان
مان پٿائي جي ٿيان،
'آنءُ' تو لئہ ڪيئن ٿيندس؟
ڪو نرالو نانءُ تو لئہ ڪيئن ٿيندس؟
تون متان پانئين تہ آ موکي مٺي،
آنءُ جوٺو ٿانءُ تو لئہ ڪيئن ٿيندس؟
آنءُ ساڳي ذات ناهيان
آنءُ ساڳيو ڏانءُ تو لئہ ڪيئن ٿيندس؟
مان بہ ڪينجهر جو هندورو ٿي سگهان ٿو
پو بہ ساڳو هانءُ تو لئہ ڪيئن ٿيندس؟
آ سندم نوري نئين
۽ نئون مُنهنجو تماچي تڙ ڏٺي،
شاعري پُوري نئين،
ڄاڻ مون لئہ جا ڄٽي؛
تو هلي ڪَرهو سندم
ڪاڪِ پيرن ۾ ڪٽي!
آنءُ پنهنجو 'پاڻ' آهيان،
اوچتو اُهڃاڻ آهيان.

◉

دوستي ڪجھ نہ آ
عاشقي ڪجھ نہ آ
زندگي ڪجھ نہ آ
شاعري؟
ڪئن چوان شاعري ڪُجھ نہ آ!
چو تہ اُن سوا،
ڪابہ معنيٰ نہ آ
ڪنهن بہ جنسار کي،
۽ نہ سنسار کي
جو سدائين هَلي ٿو پيو،
اَنت تائين هلي ٿو پيو،
مان نہ هوندس تہ هو چنڊُ ڳولا ڇَڏي ڪانہ ڏيندو،
چانڊنيءَ جا ڇِڪيندو
جڏهن ڄارَ مون لئہ
سوين ڦاسندا ڳُجَھ اوجهاڙَ ۾،
۽ انهيءَ ڄاڙ ۾
ڪيتري سارَ مون لئہ
پَئي ڳِيتَ ٽيندي،
سدائين سڏيندِي،
پئي چنڊَ کي،
مَنڊَ کي!



ڪٿَن چٿين تـو ڪجھ بہ ناھي
تو ڏنو آڪاس ۾ پيھِي نہ آھي،
تو اُڏارَ آھي، پَوَنر جيھي نہ آھي
تو ڪڏھن ڪوُٽَي ڏٺي آ؟
آ پونر ۾ سِڪَ اُن جِي؟
تو ڏٺِي آ تِڪَ اُن جي
ڪنھن پَپُڙ جي پَن مَٿان؟
مان چوان تـو ايٿَن ماٺھوءَ مَن مٿا
آ سدا گُنجارَ ھُن جِي،
سارَ ھُن جِي،
نانءُ جنھن جو ڪوبہ ناھي
ٺانءُ جنھن جو ڪوبہ ناھي
نيڻَ نرگس جا پَلي نابِينُ آھن،
پر اُنھيءَ ڪي ھو ڏِسَن ٿا،
ھي پَڪي، جن جا نہ پيغمبر نہ جن جا دِينَ آھن،
سي سندس ساراھَ ڪَن ٿا،
۽ گُھلن ٿيون جي ھوائون
ھو مَنجھن جھونگارجي ٿـو،
۽ اَچن ٿيون جي گھٽائون
مِينھَن ٿي اِظھارِ جي ٿو،

خوبصورت نيڻَ تنئي تو،
۽ وڇوڙي ويڻَ تنئي تو.
جڙ ستارا تي نهاري تو پيو،
ڪير آ جو هيئَن تاڙيءَ ڏول مان
تاڙَ جي وڻ مان ڪڏهن توکي پڪاري تو پيو،
۽ چوَي: ”نيرو چڪي ڏسُ، آهه جو آڪاس جان
”چانڊنيءَ جئَن جو چِڪي تو نيٺ ساسيءَ سواسَ **مان**،
آءُ پي ڏس هي چُڪِي،
جيستائين وقت آهي، تاڙَ جو وڻ نيٺ وڃڻو آ سُڪي!“
چڏ خوديءَ جو خيال لاهي
پوءِ ڏِس تون ڪئَن چوين تو ڪو تہ آهي!
تاڙَ جي وڻ ۾ لِڪي تاڙيون وڃائي
تو هوا ۾ گيت ڳائي،
۽ پيو توکي ٻڌائي،
”آنءُ آهيان
”ڪئَن چوين تو آنءُ ناهيان؟
”ڪئَن چوين تو آنءُ ناهيان؟“

◉

چَندِ تـو مون کان پڇـي اڄ واٽَ تي
تون پيو ٿَـڪجي تہ ناھين؟
ڏينھن جو ڏاڍيُون ٻَـٻُر تي ٻولڙيون ڳيرو ڪَري،
ننڊ جي آھي تَري،
جا اَڇي درياہَ جان ھر چيز واري ٿِـي وَڃي؛
پَر پَکِي چرڪـي اُٿـي جنءَ ڇاٽَ تي،
چندِ کي تـو مان چوان،
”مان ٿـڪو ناھيان اَڃان“
تـو ڪڪر مون لئہ وِڇائي بسترو،
اُڀ ۾ ڪارو ڪَـڪو
۽ پُڇـي: ”ليٽِـي نہ پَوندين ڪنھن گھٽا جي گھاٽَ تي؟
مان اَسُر جي ماٽَ تي
تـو لکان پيغام تنھنجو
۽ پڇايان ٿـو پَٽَن کي،
تون رُڳو روڪي جَٽَن کي
جي ڪَرين ڪجھ ننڊ ترسِي، موت جي آغوش ۾!
نيٺ ڪيسين جوش ۾
پنڌ پيڙيندين اَڃان؟
رات آئي آ مٿان
تون پيو ٿـڪجي نہ آھين؟“



وقت ٿورو آهه باقي، آنءُ وڃڻو آهيان،
ڏس سندم ڪارو ڪميت، آهي گهڻا جي رَنگَ وانگر
مان اُنهيءَ اَڙٻنگ وانگر
ٿو اُفق ۾ دور تاڙيان،
زندگانيءَ ڪي اُماڙيان
هن نگر کان دورُ دورُ،
۽ اُنهيءَ جي هر گهٽيءَ کان
۽ مِٽيءَ کان
دُور، گهر کان دُور دور،
جو اَتي پُڇڻو پُڇي وَٽ، آنءُ مَڃڻو ناهيان
وقت ٿورو آهه باقي، آنءُ وڃڻو آهيان.
مون ڪيو آهي اِرادو، هاڻ تاڻو تارِيان، ممڪن نہ آ!
راتِ جو ڪو پهر توسان گهاريان ممڪن نہ آ!
تون پڇين ٿو: "هي سفر ڪنهن جاءِ تي پورو ڪندين؟
"تون سِڏو ويندين؟ ڪِٿي ترسي ڇِپو چورو ڪندين؟
"ڪِٿ ڪٿي تي يا اَڪٿ آراهَ تُنهنجي؟
ڪيستائين آهه اڳتي ڪاهَ تُنهنجي؟
ڇا ڪُميت آخر ٻَڌي وڻ سان ڪَڌهن،
۽ ڏِسي ريدار ڪي ڏَڻ سان ڪڏهن
واڙِ تائين تون بہ ويندين،

تون وَري ٻيهار ايندين.
ڏر تتيءَ تي ڇانوَ ۾ ٻينُون وَڃائيندين وَرِي
۽ اُهيئي گيت ڳائيندين وَرِي
ڪالهه تو ڳاتا هُيا جي؟
هارَ تو رابيل جا پاتا هُيا جي؟
ڪَنڌُ تنهنجو ڇَڻ ته تِن جي لاءِ آتو تو رهي!
ڪيئن چئجي هيءُ رستو ڪيستائين ٿو ڪَهي،
ٿاڪَ وچ تي ڪيترا ايندا ضرورُ،
تون وڃي ٿو ڏُور ڏُور
ڇا ڪڏهن موٽي به ايندين،
تون اچي ٻيهر سَڏينين،
ٻاهران مون کي ڪَرِّي- ڪَرِّڪاوَ سان،
ڪالهه وانگر ڀاوَ سان!"
پَر وراڻيا آنءُ توکي جيستائين،
تيستائين آهه گهوڙو پَنڌ ۾
تو متان مغرور ڀائين آهه گهوڙو پَنڌ ۾،
۽ اُنهيءَ جي واڳ کي روڪي سگهان ٿو ڪو نه مان!
وَسَ ۾ منهنجي نه آ ڪجهه، خود وڃان ٿو ڪو نه مان!



تون اِئين ڪنهنجي نہ آهين،
جئن اتر جي هير ڪنهنجي ڪانہ آ.
پو بہ ڪيئي گُل ڦُلاري تِي وَجي
سَوَ سڳندون تِي، ڏُتاري تي وجي.
تون ائين ڪنهنجي نہ آهين،
باڪَ جئن ڪنهن جي نہ آ
پو بہ هُو ڪائي اُفق ۾ آڳ ٻاري تي وجي،
ڪيترا شعلا اُڀاري تي وجي،
سيءَ ۾ جَڻ جِيءَ پنهنجي ڪي جياري تي وَجي!
مُردِني جا رات جِي آ، سِجَ سان اُن ڪي هٽائي تي ڇڏي،
رنگَ بو ۾ دل لڳائي تي ڇڏي،
سَو پرندا ڇهچهائن ٿا پيا،
گِيتَ تنهنجيءَ سونهن جهڙا گنگنائن ٿا پيا.
تون ائين ڪنهن جي نہ آهين،
پو بہ مُنهنجي شاعريءَ جي ٻَڪَ ۾
تون گل و گلزار آهين،
جڻ گلي جو هارُ آهين،
جڻ اُهي ٻانهون وَڏائين تِي پَئي

ڪنهن ٻہ ٻي ڏي جي وڏايون ڪونہ ٿِي؛
ڇَپَّ مُنهنجي لاءِ اُپرن ٿا پيا
جي اڳي ٻي لاءِ اُپريا ڪونہ ها.
ڄڻ گلِ لالا جيان
ٿا ٻَرن ڪنهن باهہ سان
زندگيءَ جي رَڳَّ ۾
چٽنگ تَنهنجي پو وسامِي ٿي وڃي؛
ڪا گهڙي جَرڪِي پَوي ٿِي نيٺ ڪامِي ٿِي وڃي!



نون ائين دل ۾ ڪِرَي پئين
جئن اُفق ۾ سِجَ جو ڳاڙهو گُلابُ
تو ڪِرَي،
ڦٽَ جِئَن ڪوئي مِرَي
پر اجا ڳاڙهو هُجي،
۽ وَڄائي درد جو دل ۾ رَباب؛
تو جيان ڪوئي ثواب
زندگيءَ ۾ ڪونہ آيو هيل تائين
مون تہ پوکيا گُل گناهَن جا سدائين،
دل چَيو: ”هن کي متان ڀين جئن وِڃائين.
”شاعريءَ ۾ سانپ هن کي ڪنهن اَنوکِي مُشڪ جان
”جو تہ تنهنجي لاءِ ڪا هِن وانگيان
”هانِ ڀي هرِٽي نہ ايندي،
”يانِ ڀي هرِٽي نہ ايندِي!“



تون اگر ٻيهر نہ ايندينءَ،
رات ڀر رابيل تي
ماڪ اڳ جئن پو بہ پَوندي،
باک چَوندي
گيت ڪيئي،
۽ پکي اڳ جئن سيئي
آجيان منهنجي ڪَندا،
سِجَ جي ڳاڙهاڻ ڪي تُنهنجن ڳلن جي ڪاڻ ناهي!
چَنڊ جي چانڊاڻ ڪي اهڙن پَلن جي ڪاڻ ناهي
جي ڪَٽيا مون جاڳندا
ساڻ تُنهنجي!
تون اَگر ٻيهر نہ ايندينءَ!
رات مون کي
ننڊَ ساڳيءَ ريتِ ڏيندي،
پو بہ تسنهنجي پريت ٿيندي
ننڊ ۾ سَپنا سَدائين،
ننڊ تون مون کان کسي سگهندينءَ متان تون اِئَن ڀانئين!
ننڊ مون کي پو بہ ايندي،
ننڊ مون کي پو بہ ايندي!



زندگاني، سڀ فنا
چَنگُ، بَربط، نغم خواني، سڀ فنا،
ڪا مُغنّيءَ جي نشاني؟ سڀ فنا
آهِ ڪا تصوير ڪي پايندگي،
پر مصوّر جي جواني، سڀ فنا.
جي ازل کان سلسلو ڏسجي ٿو آ
فلسفيءَ جي نُڪتہ داني، سڀ فنا
شاعري! سارِي رَوانِي، سڀ فنا!
وقت جي سيلاب ۾ هر چيز لُڙهندي ٿي وڃي
جڻ تہ ڪنهن جي خواب ۾ هر چيز لُڙهندي ٿِي وڃي،
رنگ ۾ رُخسارَ تنهنجا
هي وسِپهَر وارَ تُنهنجا
يارَ تُنهنجا.
دمبدم ڪنهن زيرو بم ۾ ٿا وڃن،
بحر ۾ پيهي وڃن ٿا تنهن عدم ۾ ٿا وڃن
ڪو جتان موٽي نہ آيو آ اڃا
سِجّ ناهي، موت سايو آ اڃا
ڪيئن چئجي؟ زندگي اونده ڪري

موت ڪيڏو تو ٻَري!
ڇڻ لڪين فانوس آهن اَنت ڪي،
جي تَجلّين سان ڀَرن ٿا!
ڪير آ جو تـو چوي ماٺهو مَرن ٿا؟
مان چوان تـو هو وَرن ٿا
تيرگيءَ ڏي، سِجَ اندر ۾ سمائي،
چو اَلائي
هو هتي سايا لڳن ٿا،
عمر ساري ڇڻ تہ اونده ۾ ٽڳن ٿا!



کيتريون محبوبڙيون وڇڙي وَيون،
يادگيريون ٿي ويون!
شاعري مون سان رُسي ويندي ته آ، پَر
موٽندي آ پاڻ ئي ٺَڪ ٺَڪ ڪري دَر
ڪُوڪنديون آهن جذهن
چاندني راتين ۾ ڪيئي ڪويليون، مون ڏي تڏهن
اِيئن ايندي آهه جڻ وڇڙي نه آن مون ڪان ڪڏهن!
اِئن مٿان پائين ته تون
پيارَ جون مون وٽ گذاري ڪجهه گهڙيُون
شاعري مون ڪان ڪَسي ويندينءَ هَلِي
آزمائي ڏِس پَلي!



تون نہ ايندينءَ
پوبہ مان تو لئہ ڪَنائيندس پيو؛
پيرَ جو ڪَڙڪو ٻُڌي،
دِل پئي هَر هَر چَيو
”تون تہ ناهين!“
وِڄ جو تَڙڪو ٻُڌي،
مينهن ۾ ڪولي ڪَڙو، مان پاڻ کي هَرهَر پڇائيندس پيو؛
’ڪوبہ ناهي‘ چَئي وَري ٻيهر ڪَڙو ڏيندس پيو.
تو چيو هو، تون ٻيءَ برساتِ ۾ ايندينءَ وَري
۽ انڌيريءَ رات ۾ ايندينءَ وَري،
مان نهاريان ڪيستائين؟
لاتَ ٻاريان ڪيستائين؟
تو ٻَڌو جو ٻولُ، ساريان ڪيستائين؟
ڪيستائين؟
ڪيستائين؟؟؟



ايتري گوشہ نشيني
هَل تہ اڄ ٻاهر هلون!

دوستي آهي اجا!
عاشقي آهي اجا!
زندگيءَ ۾ بي يقيني؟
هَل تہ اڄ ٻاهر هلون!

ڏس هوا تو لئہ ڳُهلي ٿِي
۽ گهٽا تو لئہ چُلي ٿِي
ٿِي اچي رفتار سان،
وَڏ ڦُڙي کان تون متان، گهبرائجِي موٽِي وڃِين
۽ وڃي گهر پُورجين!
ڪجھ تہ آهي جو اجا تائين جِئي ٿـو آدمي
۽ اجا تائين ٽڳي ٿـي زندگي،
ها، ميجان ٿـو هونءَ دنيا آ ڪمينِي،
هَل تہ اڄ ٻاهر هلون!
تو اجا ساري خدائي آزمائي ڪانہ آ
آءُ، وانجِهي ٿِي چڱائِيءَ کان خدائي ڪانہ آ
آءُ، ايڏي بي وفائي ڪانہ آ
آءُ، هر ڪنهن ۾ بُرائي ڪانہ ا
آ درون بيني چڱي پر دورُ بيني....
هَل تہ اڄ ٻاهر هلون!



ننڊ ۾ پوپٽ اَچن ٿا ڇارَ ۾
۽ وَري اڏري وڃن ٿا،
جاڳ ۾ ڪرٽا سَڄي سنسارَ ۾
اِيئَن! روشن ٿِي وڃن ٿا.
ماڪَ ڦُلواڙين مٿان اِئن ٿِي اُڏامي
جن ته پوپٽڙا اُڏامن ٿا پيا،
مَڇَ ڪامن ٿا پيا
تيون ڇپيون ڇَرڪن هزارين وقت جي رفتارَ ۾
آدمي توڙي مَشينُون
شهر، ديهاتِي زمينون
ائن لڳن تيون، راتِ ڇڻ اَچِٽي نہ آهي،
زندگيءَ جي ماتِ ڇڻ اچِٽي نہ آهي
پر ڏِسين جي غور سان اِسرار ۾
ننڊ ۾ پوپٽ اَچن ٿا ڇارَ ۾
۽ وَري اُڏري وڃن ٿا
پو اِئين وسري وڃن ٿا
ڇڻ اُهي آيا نہ ها
ننڊ ۾ ڪنهن ڇَنڊَ چمڪايا نہ ها!



پاڻ ۾ پيهي ته ڏس!
چنڊ جا نيهي ته ڏس!
ڪيترا اُن لئه اڏامن ٿا چڪورن وانگيان،
۽ گهٽائن ڪاڻ مورَن وانگيان،
نِرتڪيون ٿي ناچ ڪَن ٿا،
۽ ٻُرَن ٿا
بادلن ۾!
جڻ ٿهوڪا ٿي اُڀن ۾
هو اُڏامن ٿا پيا!
مينهن ۾ هو جڻ ته ڪامن ٿا پيا
گيتَ تُنهنجا ڪِٿ اُجهامن ٿا پيا!
جڻ ته مايا جار ۾ اُيرن پيا
جڻ سڄي سنسار ۾ اُيرن پيا
مِينهن تي اُيرن پيا
نِينهن تي اُيرن پيا
اي ڪَوي هِي ڏاتِ ۾ ڪيئي جِيئُون
جڻ ٻَري برسات ۾ ڪيئي جيئون
جي وسامي ڪونه ويندئون
ڏس ته ڪئن اُيرن پيون!



جيستائين ساتُ ڏيندينءَ
شاعري منهنجي نہ مَرندي!
جيستائين سِجُ آهي
تيستائين اولڙو آ
تو ڏنو آ
سج پاڻيءَ ۾ پَئي
ويو شفق اُن کي ڏِئي،
ها انهيءَ کان پو انڌيري رات آهي،
ڪيئن چئجي ماتِ آهي!
وقت جي وَهندِي ندي ڪيسين وجي ٿي؟
زندگي ڪيسين وجي ٿي؟
تون جڏهن مون کي ڇڏيندينءَ،
هُوءَ اڪيلي پارِ تَرندِي؟
شاعِري منهنجي نہ مرندِي؟
ڪيئن چئجي!
ڪيئن چئجي!



مون شفق مان گُل پَتِي
تُنهنجي چوٽي ۾ لڳايو،
۽ ويو توکي جَهڻي
عِشقَ منهنجي جو عقابُ.
ابر مان جئن آفتاب
تو نهاري دورُ تائين
آنءُ تئن اُن کي سَدائين
تو ڏسان وهندِي نديءَ ۾ وقت جي،
تو اجا تائين لُڙهي!
جو شفق مان گُل پتي
تنهنجي چوٽي ۾ سجايو
ڪالهه مون؟
وقت توسان تي وڃايو
ڪالهه مون؟
تون هُئينءَ ڪوئي اجايو
انتخاب!
پو به جو تُنهنجو رَبابُ
روح منهنجي ۾ وَڄي ٿو
روح اڄ تائين ڪڇي ٿو
دور تائين
جيستائين آفتابُ
نيٺ پاڻيءَ ۾ ٻُڏي ٿو
هيٺ پاڻيءَ ۾ ٻُڏي ٿو.



## (هڪ سنڌي شاعرا کي)

تون اَخمتووا* تہ ناهين
آنءَ ڪِٿ توکي ڏٺو هو؟
ڪيترو لوڙيو اُتي
زندگيءَ جي ساز کي توڙي وري جوڙيو اُتي
تون لڳين ٿي اڄ اِئين؟
برف ڇانئي آهہ 'نيوا'** تي جِئين
جا اڳي پو آ پگهرِٽي؛
شاعري تنهنجي بهارن وانگيان
آهہ وَرِٽي؛
تون ستارن وانگيان
چُپّ رهندي، ڇهڪنديءَ پِئي رات جو
جيستائين هِير ڪا تو وٽ اَچِي پريات جو
روح جي رابيلَ کي لُڏندو ڏِسي؛
واءُ ۾ ڪُڏندو ڏِسي!

---

* اَخمتووا= روس جي عظيم شاعره
** نيوا: ندي جا لينن گرادِ مان وهندي آهي ۽ فنلئنڊ جي نار ۾ ڇوڙ ڪندي آهي.



ايترا گل پوک جو تِن کي چِنڻ وارا هجن!
ڪيترا سورج مکيءَ جا کيت پوکِيندين اجان؟
سِجَ کي ڏيندين اجان
ڏنَ پنهنجيءَ ذات جو؟
ڪِيئَن ڏسندين رات جو
گُل هوا ۾ لهلهائيندا جڏهن.
گيت اونده ۾ سُهائيندا جڏهن
ڪيستائين زندگيءَ جو قرض موکيندا اجا؟
ڪيترا سورج مکيءَ جا کيت پوکيندين اجا؟
ايترا گل پوک جو تن کي چِنڻ وارا هجن!
تون تہ آ ڏاتار، ڏيندين پر پِنڻ وارا هجن!
گل چِنڻ وارا هجن!
گل چِنڻ وارا هُجن!



## (ڳُوا)

هو ماندويءَ* تي
ساريون مُهاڻيون، ڪاريون مُهاڻيون
ڪيڏيِن اَڇين سان
آهن مَڇين سان
تو سِڄَ چِمڪي ’پٽجي‘ ٻَري تي...
تَنهنجا ڪنارا** ۽ سارَ ڪارا
جِن جي تصوّر ۾ تون ٻَرين ٿو،
۽ نظم ڪيڏا
ڪَٽَا پَرين ٿو؟
هي سارَ ڇاهي؟
اسرارَ آهي
تنهن کي ڇِڏي ٿو ڇڻ سَمَنڊ واري
ڪنهن وقت اُيري اُن جي ڪناري
تي دل ڏُتاري،
۽ پو تَري ۾ ٻيهر وَڃي ٿِي،
پنهنجي ميجي ٿي،
هي سازُ آهي جا شاعريءَ ۾!
آ سمنڊ وانگر
ڇا شاعريءَ ۾!

* ماندوي= ندي جو نالو جا ڳُوا جي گاديءَ پٽجيءَ وٽان وهي ٿي ۽ سمنڊ ساں ملي ٿي.
** پٽجيءَ جي ڪناري تي مهاڻيون ڪارَن ۾ مڇيون ڪٽيون ڪنديون آهن.



مينهن بس ڪَر!
ايترين گهنگور تُنهنجون هِي گهٽائون
ڪيترو وَسنديون اَجان؟
اُبَّ سان گسنديون اَجان؟
ڪا ندي نالي بہ آهي
جا اجا خالي بہ آهي؟
شاعري ۾ ايترين ڪاريون جَٽائُون
روز جهومي تِي پَئي!
’ڪُن‘ چيائين، بي چَئي،
ڪائناتون تـي وئي!
پاڻ ئي تخليق تـيندي تِي رَهي
ڪئَن چوان مان ڪيستائين دورُ نينڊِي تـي رَهي؛
نينهن بس ڪر!
تون ڪندين گجگاٽ آخر ڪيستائين؟
ڦاٽَ آخر ڪيستائين
جئَن هماليہ مان نديون ڪن تيون پيون،
۽ صديون ڪَن تيون پيون
جاٽَ جا پوري نہ تِي تـي؟
آ اجا ڪنهن جاءِ تي؟
هي سفر ڪاتـي ڪُتـي؟
ڪيتريون آيون سَرايون جي پرايون تـي لڳيون،

ڪا گهڙي ترسي ڏٺو مون اوچتو گهنٽيون وڳيون،
سَنڪَ مون کي ائين پُڪاريندا رهيا،
پَنڪ ڇڻ ڏيندا رهيا
۽ اُڏاريندا رهيا،
'هي بہ آڪيرو نہ آهي' 'هي بہ آڪيرو نہ آهي'
ڪنهن چيو،
پنڌ ڪيڏو آ پَيو
تون سفر کي تيزُ ڪر، پنهنجي اَچا!
رات جيسين ٿـي اچا!
ڏينهَن بس ڪَر!
رات اڄ ڪائي ابد تائين هَلي،
پنڌ کان جيڪا پَلي!



تون اجان ڪيسين نہ ايندينءَ؟
رات ٿي آهي وِئي
آ سڄو اڪاس تارن جي رَئي!
چنڊ جو فانوس تُنهنجي لاءِ ٻَرولي ٿو پيو،
ايتري سنسارَ ۾ تو لاءِ ڦولي ٿو پيو!
ڪنهن تَرائيءَ تي تہ ايندينءَ نيٺ هرٽيءَ وانگيان!
تو اجان ڪِيسِين نہ ايندينءَ؟
آءٌ تَڪ تَڪ لَئہ ڪَنايان ڪيترو
ڪاٻہ آهٽ ڪانہ آهي!
مان وَڄايان ڪيترو
من مُگرمانَن جيان،
۽ ڪيان تُنهنجي اَڳي جٺن آجيان!
تون اجا ڪيسين نہ ايندِينءَ،
ڪَنهن سُهائي پَکَّ وانگر
چانڊني جي ہسکَّ وانگر؟
جڻ هوا مون ڪي اُڏاري تِي پئي ڪنهن ڪَکَّ وانگر،
ڪنهن ڪُلئي در جٺن پيو واجهائِيان،
تون اجا ڪيسين نہ ايندينءَ؟



اي سِدارت! روڪ ٻيڙي
مان ٻہ تـو توسان هلان!
مون ٻہ ساري زندگي آهي سَهيڙي
مان ٻہ تـو توسان هلان!
مان ٻہ ڪلھ ڪان تو جيان
هر پَدارت ڪي ڇڏي،
آھ گهارِي هر گهڙي ڪنهن ڏيان ۾
ڄڻ صَدِي ڪنهن ڏيان ۾،
ڇَتَ مون تي آھ ٻوڏي وَڻ ڪيو؛
جيستائين ڪنهن ڏياتيءَ اوچتو
لاٽَ ٻاري واٽ ڪَئي آ،
روشنيءَ جي ڇاٽَ ڪئي آ،
مان ٻہ ڇيو تو وانگيان
هاڻِ ڪي ماٺهو ڏسان
ڇِڪَ ايڏي آھِ تُنهنجي گهاٽَ ڪَئِي،
اوچتي چمڪاٽَ ڪئي،
مون ڇيو نرواڻِ مون ڳولي لَڌِي،
۽ ڏٺو اڳتي وَڌِي
ناڪئي سان تـي وئين
ڪيستائين، ڪئن ڇوان!



هي سياست زهر آهي
تون انهيءَ کان دور رهه!
ڏس تہ هو انبوهہ ڏاهن ٿا پيا
دورُ ڪي محراب و منبر ۾ رکن ٿا مورتيون،
جي قريب آهن اُهي مَندر مِٽائن ٿا پيا،
۾ اُڏائن ٿا پيا هو گردَنيون،
گھر جلائِن ٿا پيا؛
روح ۾ جو قهر آهي
تون انهيءَ کان دورُ رهه!
دُور ڏِس شعلا اُڏامن ٿا پيا
پار ڪامن ٿا پيا،
آدمي حيوان کان بدتر لڳن ٿا
تون نہ وَڃ ويجهو اهي يرقان کان بدتر لڳن ٿا،
ڪيترا نعرا لڳن ٿا
ڏس تہ نيسارا وهن ٿا
رَتُ جا!
آ رکيو ايڏانهن ڇا؟
شور سارو شهر آهي،
تون انهيءَ کان دور رهه!
چنڊ جو خاموش آهي
سو سَڏي ٿو!

ڏس تہ هو بادل مَٿي مسجد ڪٺن ٿا
۽ هِتي ڪوئي سِوالو تـو جُڙي!
ڪو اَڏي تـو
۽ اَڏاوت ۾ اُهو مدهوش آهي
۽ سراپا گوش آهي!
ڪو تہ موسيقار آهي
ساز جو آواز جنهنجو ڇڻ تہ ڪو آغوش آهي؟
واءُ جو هَٽ ماءُ جي هَٽ وانگيان آ؟
ٻار ڇڻ تپ ۾ ٻرن ٿا
ڪيترا ناحق مَرن ٿا،
ڏوهہ جن جو آ تہ هو بي ڏوهہُ آهن
ڏوهہ ناهِن،
ڪنهن مڙهيءَ جو موهُ ناهن
ڪاٻہ ڪرَوَت ڪانہ تِي ڪاري اُنهن ڪي،
ڪاٻہ نفرت ڪانہ تـي ٻاري اُنهن ڪي!
آءُ ٻويون پهر آهي
شور سارو شهر آهي
تون اِنهيءَ کان دورُ رہ!



اڄ بہ زِندانِي ڇڪي زنجير پنهجا ڪڙڪَڙائن ٿا پيا
لڙڪڙائن ٿا پيا
ڪيترا ٻانها ٻَنين تي،
۽ وَنين تي
لُڙڪ گونگا ٿا وَهائن
پِڙڪ ڪا ٻاڦِن نہ ٿا،
ڇُڙڪ جئن آهي حياتي
زائفان پُورين جيان،
ڏس تہ هو ڇاتيون سُڪل تورين جيان
ٻارَ جي چُوسَن پيا!
جندڙي گهنگهرن جيان گهلن پيا!
وقت گهاٽي جئن بلاوَل ڪيترا پينهين چڏي تو
وقت جي جهونيءَ آڏِيءَ تي ڪيترا ئي ٿا عنايت سِر ڏين.
زندگي آخر ڏِين
چوٽڪارو اِيئَن پائن ٿا پيا،
ڪَنڌ نوڙائي ڪَپائن ٿا پيا،
آدميءَ جئن ڪو دَرندو ڪونہ آهي
پر فرشتو ٿي سگهي ٿو؛
آدمي ٿي جِي سگهي ٿو.



## (شاهہ، سچل ۽ سامي سمينار)

ڊرتيءَ ڍڪاڻا ڇا لاءِ ميڙيئہ؟
ڇو ڪوهہ گيڙيئہ؟
ڇا اڄ تِن جي
تو لاءِ ڪائي
معنيٰ رکي ٿِي؟
هي شاهہ، سچل، سامي تہ سارِن
پر پو بہ گهارن
جي بمبئيءَ ۾،
جي اڄ ڪان پو اينڊڙ صديءَ ۾
ويندا اڏامي ٿِي ڪَکَ ڪيئي
۽ رکَ تِن جي
دنيا گڏيندي
لوڙهي ڇڏيندي،
ٻي رکَ سان جا تِن جي نہ هوندي
گنگا سين کي ٻوڙي ڇڏيندي
هي سنڌ سپنا
۽ هند سپنا
سڀ گڏ لُڙهندا ساڳي نديءَ ۾،
اينڊڙ صديءَ ۾

ڪو سمنڊ تن کي ويندو سَمائي
۽ ٻيو آلائي
ڪنهن جاءِ هوندا؟
ڪنهن لاءِ هوندا!
تون ٻولَ تن سان ٻولي نہ سگهندين
تون رڪَ تِن جي ڳولي نہ سگهندين؟
ڌرتي نہ رهندِي
آڪاسُ ڪنهن تي ڪٿن ڇانوَ ٿيندو؟
برسات ڪائي، جنهن وقت ڪَهندي
تو جيئن ڪوئي ڇا ٿانءُ ٿيندو،
پاٽيءَ ڦٽِن کي
جيڪو جُهپيندو؟
تو جئن اُنهن جي جو پياسَ ٿيندو؟
تو جئن اُنهن لئہ ڪا آسَ ٿيندو؟
وهندي نديءَ تي
ايندڙ صدي تي.



اُلهاس نگر جي تيز هوا
ڪنهن وقت حشوءَ کي ڳولي ٿي
اُلهاس نديءَ ۾ ڦولي ٿي،
هو ڪير هيو جو سپنو هو
جو قيد ڪرڻ ۾ سايا جي
هٿن ڦاٿو هو؟
تاريخ هٿي طوفان جيان
مان اُن ۾ تحريرون هن جون
ڪنهن جاءِ ڏسان؟
هي حَشو جيڪو سنڌ هُيو
انسان هيو، ارمان هيو
نادان هيو
هن ڪونہ ڪيو ڪو سمجهوتو،
اي ڪاش!
انهيءَ جو مان جوتو
ڪنهن وقت ڪٽان
اي ڪاش! سَميءَ جي ڏوڙهه مٿان ايڏو تہ هٽان
ايڏو تہ هٽان...
ايڏو تہ هٽان..



## آ ڳوڏا ٻيڇ (ڳوا) ٿني

هي سمنڊ ڇاهي؟ هي سِيرَ ڇا هي؟
هي ويرَ ڇاهي؟
۽ هيءَ ڪشتي، ڪيڏانهن ويندي،
ڪنڌيءَ مٿان جا آتِي ڪَڙي آ،
توڙي ڪَڙي آ- جٿن مون ڏٺِـي آ
ڪيڏي مِٺي آ
هي زندگاني، هي عمر فاني!
جٿن سمنڊ ڪنڌيءَ
هُو نوجواني
تـي اُسَ سيڪي،
اُن ۾ تجلّيون ڪجھ وقت ڏي ڪي
ساري اگھاڙِي ليٽـي پئي آ،
چڙ ڪا اُماڙي ليٽِـي پئي آ
تـي ٻِيرَ*- بوتل پيئي مزي سان
جيئي مزي سان
پر ڪيستائين؟
ليڪن سدائين
تـو سمنڊ گرجي
تـو سمنڊ گھرجي.

---

* نوٽ: سنڌيءَ ۾ بيئَر کي ٻيرُ چوندا آهن.

(٥)

## ڪو لنگڏ ٻيچ (ڳوا)

اڄ سَمنڊ ڪَنڌيءَ
هي ڪانوَ ڪيڏي ’ڪان‘ ’ڪان‘ ڪَرن ٿا
جئن ڪي سياست ۾ برک ماڻهو،
’مان‘ ’مان‘ ڪَرن ٿا
جئن سمنڊ ڪنڌيءَ هي ڪانوَ آهن
ڪنهن ڏاتِ سان آ تن جو نہ ناتو
ڪنهن لاتِ سان هي ڪا لانوَ ناهِن
آ سمنڊ آ تو،
تَنهنجون هوائون
ڪاڏي اُڏاري هي ڪانوَ ويندِيون
۽ نانوَ ويندِيون،
تِن جا وِساري!
تيسين پَلي هِي
ڪائن مڇين ڪي
چولِين ڇُلي جي آيون ڪنڌيءَ تي،
تو سمنڊ گرجي
۽ وِيرَ اُن جي وارِي لسائي
سڀ ڪي سَمائي
پنتي وجي ٿي،
ڪاڏي وجي ٿي،
ڪوئي نہ ڄاڻي!
ڪوئي نہ ڄاڻي!



هر جاڳ ۾ هر ننڊ ۾
ڇا تو ٻڌين تون ڳهنڊ ۾
تو لاڙ ۾ جيڪو وڃي
گونجي پيو جو گيت ۾،
آڪاس تائين تو وڃي،
۽ ساز جي سنگيت ۾
اِئن تيرَ ڌرتيءَ تي سَجي؟
هي رتُ ڪهڙو رَتُ آ،
ڪيتَر* سڄو جهومي پيو؟
رت ڇاڻ ۾ هي هَٿُ ڪنهنجو هٿّ آ؟
ڏس، پو ٻہ تنهنجو گيت ڪئن،
ڪنهن ويچ وانگر تو وَڃي
۽ ڳهاوَ هر ڪنهن تي پَٽيون پنهنجون ٻَڌي!
هر ساٿَ ۾ هر سَٿّ ۾
هو رتّ ۾
ڪيسِين وڃي تو دور تائين؟
دور تائين؟
دور تائين؟

* ڪيتر (هندي)= ميدانِ جنگ



هو سِرنهن تي مينهن ۾
کيت- هارياڻيون ڏِسِي
آءٌ ساروڻيون پيو ڪي ساريان،
۽ ڏياتيون ٻاريان
جڏهن هَتي اونده ته مان تن ڪي ڏِسان
۽ چوان
هي ڪِتي آيون هيون مون ڪي نظر
ڪنهن ڏُنڌ ۾، جنهن جي خبر
ڪنهن کي نه آ!
ڪير تو سَپنا اُٺي سنسارَ جا؟
ڪير تو ڏاڳا ٻَڌي هن ڄارَ جا؟
ڪير ماهيگيرُ آ پر جو مصوِر تو لڳي؟
غورَ سان ڏسجي ته هو سارو سَمندرَ تو لڳي!
هي سِرنهن جا کيت جن جون ڇوليون
جڻ هوا ۾ تيون لڳن!
رات جي ڪارن سَڳن
۾ وچن تيون ويڙهجي،
نيٺ هو توڪان ڇُپي!
رات اورنگزيب جي تلوار آ،
چنڊ دارا جو مَٿو،
نيٺ آهي جو لٿو

سِر جدا ڏڙ ڏار آ.
وقت کي آهن اکيون انبُور جان
ڪَنڌ مان ڪوڪا ڇڪي ٿو جو ڪَڍي،
موتَ- ڪارائي وَڍي
آدمي کي جڙ پٽي وَڻ وانگيان!
جا گهڙِي تون جيئَرو آهين غنيمت ڄاڻ تون،
زندگيءَ کي ماڻ تون!
چنڊ ڪکرن مان وري ويندو نہ هٿن،
هِيئَن ٽڪرن تي صنوبَر تون وَري وَر وَر نہ ڏِسَندين!
چيلهہ تائين وارَ ڪنهن جا، مينهَن ۾ پِيهَر نہ ڏِسيدين،
هي گهٽائن هيٺ پيهر گهر نہ ڏسندين
تون تَراين ساڻُ پيهر تَر نہ ڏسندين
هي تصوّر ۾ بہ ايندا يا نہ ايندا، ڪئن چوان؟
کي بہ پاڇاوان سڏيندا، ڪئن چوان؟
موتَ جو درياه وهندو ٿو رهي
سڀ اُنهيءَ ۾ غرق ٿيندا، ڪئن چوان؟
زندگي ڪشتيءَ جيان ٻي پار ويندِي ڪيرُ ڄاڻي؟
ياد ۾ ڪا شيءِ ڇڏيندي، ڪيرُ ڄاڻي؟
يا نئين دنيا اڏيندِي، ڪيرُ ڄاڻي؟
۽ اُتي سَرمست ٿيندِي، ڪيرُ ڄاڻي؟
موت جي طنبور کي
ٿو هلائي ڪيرُ تون ڄاڻين نہ ٿو!
سازُ پنهنجو ٿو وڄائي
ڪيرُ تون ڄاڻين نہ ٿو!
آ اَلائي ڪير تون ڄاڻين نہ ٿو!



کيڏو نہ اَڏين تو ماٺهوئڙا!
کنهن وقت لَڏين تو ماٺهوئڙا
تُون ڇا آهين؟
تولاءِ گهڙي جا طيءِ آهي
سا طيءِ آهي
تو لاءِ مداوا طيءِ آهي
۽ ساري پيڙا طيءِ آهي،
جا شيءِ آهي
سا طيءِ آهي
جا مَيءِ آهي
جنهن ساڻ خماريل آ ماٺهو
کيڏو نہ ڏُتاريل آ ماٺهو!
۽ تنهنجي جيڪا لِئہ آهي
سا طيءِ آهي
هي ساري دنيا طيءِ آهي
۽ هيءَ بہ طيءِ آهي تہ کڏهن
هي جگَ ڇڏن ٿا ماٺهوئڙا
کيڏو نہ اَڏن ٿا ماٺهوئڙا!



زندگي سيلاب آ،
جنهن ۾ تِڪا تارون سَوين ٻوڙي ڇڏيا
ڪيترا ڪوڙي ڇڏيا
پَرچم فَنا جا واءُ ۾!
ڪهاڻُ تنهنجو خواب آ.
ڪهاڻُ هت ڪوئي نہ آ؟
ڪڙڪڙاهٽ زندگيءَ جي آ رُڳي
ناوَ ڪائي ڪِٿ پُڳي؟
سَنسي سوا ٻيو ڪجھ نہ آ!
ساڀيا جيڪا ڏِٺيءِ سَپني سوا ٻيو ڪجھ نہ آ
بَحرَ آ بي اَنت ڪو جنهن ۾ ڪُٽي ٽِي زندگي،
جِئَن ٽُٽي ٽِي زندگي
اَنتُ خاموشِي ٿِئي ٿِي شورَ جو،
موتَ ڀاڳئي چورَ جو
ساڳيو تہ آهي،
موت ۾ ڪو چورُ يا ڀاڳيو نہ آهي.
ڪير آ جو موت سان واڳيو نہ آهي؟
آهِ ڪوئي آدمي جو اَنتَ اوجاڳيو نہ آهي؟
روشني ٿِي تيرگيءَ جي طرف ڪاهي، ڪيئن ڇئجي؟

ڪوٺ آهي، ڪوٺ آهي، ڪوٺ آهي، ڪيئن چئجي؟
ڪير رانديڪا سَجائي ٿو پيو،
رانڊِ هو سارِي رَچائي ٿو پيو
پارَ وانگر
پوءِ هُو ڪيڏاوِٽا سنسار وانگر
روز ٺاهي، روز ڊاهي ٿو چڏي!
ڪير ٿو سي ڪجھ اَڏي؟
ڪير آهي، ڪيئن چئجي؟



سَرمست؟ اَڄ تَن جا مَٽا، ٽِڙڪي پيا
جڏن جام ڌرتيءَ تي ڪِري ٽِڙڪِي پَوَن.
۽ چؤطرف پکڙي وڃن،
شيشا اُنهن جا پورِ تي!
تَن جا رِتي ۽ ڇو رِتي؟
ڪيڏي نشي ۾ چُورَ ها،
۽ ارتقا جي هو گشي ۾ چورُ ها،
پُرزا پکيڙي ويا رهگو
ڇا ڇا پکيڙي ويا رهگو
سي آسمانن تان ڪِري،
پَرتي هيا جن تِن جَهانن تان ڪِري
قدرت ڏِنُنِ جو ماٺيو سانديو نہ تِن،
ڪانديو نہ تن
جو راز سيني ۾ رهي تو، آشڪارا تي نہ تو
۽ جو سفيني ۾ رهي تو، ڪابہ ڌارا تي نہ تو
جو اَنت آهي،
هي سڄو سنسار ڇاهي؟
آدمي پاتو ڪٿي آ!
هيءَ سارو ڄارُ ڇاهي؟

آدمي ڄاتو ڪٿي آ!
سمنڊ سارو آهه اُن ۾، ۽ مڇيون ناهِن رڳو!
هن ڄارِ ۾ آهن رُڳو
ماٺهو، متان سَمجهين اِئين،
۽ پو ٿِئين
مايوسُ تون؟
هَرهَر ٻڌان ٿو سمنڊ جون
ڇوليون پَيون جي شور ڪن،
ٻوليون پَيون جي شور ڪن،
جيڪي ٻُڌان ٿو آنءُ، تو لِئہ ڪجهہ بہ ناهِن؟
جي تون پڇين مون کان تہ ڇاهِن،
مان بہ چوندس ڪجهہ بہ ناهِن!
مان بہ چوندس ڪجهہ بہ ناهِن!



سن ستيتاليهه ٻيهر آ وَريو،
آدمي ناهي ٿَريو
ڄڻ اڃاتائين تتل تنّور آ!
ڄڻ اڃاتائين اَڳيون ناسور آ
جو ڇڪِي ٿو،
سينگَ کي ٻيهر ڇڪي ٿو
تيرُ ان ۾ ڪِٽ ٽِڪي ٿو
ٿو ڪري ڇاٽِي اُهو ڇاتِيون اِئين
قدسيه* گرداس پور ۾ ڪلهه جئِين،
ٿي ڏنيون خاموش ٿِي،
هوشَ ۾ بي هوش ٿِي،
آدمي ۾ آدمي مون ڳولِيو، پَر ڪونه هو!
آنءُ روميءَ** جيئن هُن کي ڦوليو، پر ڪونه هو!

---

* نوٽ:- گرداس پورَ- اوڀر پنجاب هندستان ۾ لاهور جي مشهور ناول نويس قدسيه بانوءَ جو مادري وطن هو.
* دي شيخ با چراغ هَمي گشت گردِ شهر
کز دامِ و دَد ملولمِ وانسانمِ آرزو ست
(رومي)
[ترجمو:- ڪالهه شيخُ ڏيئو کڻي شهر ۾ ڦري رهيو هو (۽ چئي رهيو هو) ديور ڍڳا ڏسي ملول ٿي پيو آهيان، منهنجي آرزو ته انسان آهي.]

ڪيترا تاريخ ۾ ڇيتا سُتل آهن اجا؟
ڪيترا راوڻ اڄي سِيتا سُتل آهن اجا؟
ننهن ڪُتل آهن اجا
ڪيترا اُن ۾ بگهڙ جا؟
آدميءَ سَبَ وَجهَ وڙ جا
ڇو وڃايا؟
ڇو وڃايا؟؟



ماٺهوءَ جو ٻچو
اِنڪيو بيٽر ۾؟
ڪيئن سمائي ٿو،
ساري ڇا ۽ ڇو؟
انڪيوبيٽر* ۾؟
هيءُ مصور ٿيٽو آ، جي
هن جي هر تصوير اِنهيءَ ۾ آهي؟
۽ جي شاعر ٿيٽو آهي
هن جا ڳاتل گيت اِنهيءَ ۾ آهن
۽ ساري تشهير اُنهيءَ ۾ آهي؟
۽ سارا پرواز ٻہ آهن؟
راز ٻہ آهن،
چنڊ ستارن جا،
هن جي پيارن جا؟
سارا ميت انهيءَ ۾ آهن،

* انڪيوبيٽر (Incubator)= پيٽيءَ وانگر شيشي جو اوزار يا ڪمرو جنهن جو ماحول ضابطي هيٺ ٿئي ٿو. انڪيوبيٽر ۾ وقت کان اڳ ڄايل يا اڳها ٻار رکندا آهن، جيستائين اهي سگها ٿين يا ان ۾ انڊا ٻہ ڦٽڻ لاءِ رکندا آهن. هائي تہ انهن ۾ ٻار ٻہ پيدا ڪن ٿا.

اِنڪيوبيٽر ۾؟
ماٺهو اڳَ سمايل آهي
جنهن ۾ جڳ سمايل آهي
۽ سو ڏَڳ سمايل آهي
جنهن تي هو توڏانهن وجي ٿو؟
ڇا هو سارا تِير سَجي ٿو،
انڪيوبيٽر ۾؟
حيرت ۾ حيران ڪَرِين ٿو!
غرق ڪَرين غلطان ڪَرين ٿو،
تون هُن کي انسان ڪرين ٿو!
پاڻ ٻه ان ۾ پيدا ٿين ٿو!
انڪيوبيٽر ۾؟



گهاوَ کي گهاوَ سان چُٽائي ٿو!
گيت مَرهم نہ اڄ لڳائي ٿو،
ڪيئن چئجي تہ هو وڏيڪ اڄان
ڦٽ انسان جا وڌائي ٿو!
اڳ تہ پيغمبري هئي ان ۾
شاعري هاڻ سا رهِي ناهي!
چوچِڙي پاڻ ٿِي ڏِئي جڳ کي
هاڻِ شُعلن سواءِ ٻيو ڇاهي؟
مينهن جو نينهن ٿي اڙي شاعر!
شعر تنهنجو ڏڪار لئہ ناهي؟
چانڊنيءَ جو چِٽاءُ ڇا لئہ آ؟
هي هوا ۾ هڳاءُ ڇا لئہ آ؟
هيءَ رابيل پيار لئہ ناهي؟
نينهن جو مينهن ٿي اڙي شاعر!
روح جي ريتَ کي ڦُلاري ڇَڏ!
دور تائين اُفق اُجاري ڇَڏ!
ياڪُرن جئن لڳن وَليون ڪيئي
۽ دلين مان وڃن ٻُليون ڪيئي
گهرَ سُجائن، نياءُ ڪَن سَڀ سان!
هاڻ رَستو تہ رک وري اَبَ سان
جو ڇڏي سال ٿي ويا توکي،
ڏس تہ ڪئن گيتَ ٿي دعا موکي!
دل چوي ٿي تہ نيٺ وسڻو آ
دل چوي ٿي تہ نيٺ وسڻو آ!



سامِيوادَ ٻُڌايو آ
۽ 'فيضَ' انهي کي ڳايو آ
'سردار' اُهو ورجايو آ
تعظيم* هٿن جي لازم آ
تڪريم هٿن جي لازم آ
هي هَٿَ اناج اُپائن ٿا
هي هَٿ مِلون مَهڪائن ٿا
ڏِن راتِ پسيني سان پنهنجي،
هي ڳالهه نہ ياد آئي تَن کي،
هي هٿ گلو بہ گهٽيندا هِن
۽ گوليءَ سان ڇُٽيندا هِن
۽ ڪاڏي ۾ وه ڏيندا هِن
فرمانَ اُهي ئي قاسين جا
جنهن وقت لکن ٿا ساسين جا
ڪَنبن تہ نہ ٿا!
ان وقت تہ واهولي وانگر،

* ان هاتون کي تعظيم کرو
اَن هٰتهون کي تکريم کرو
(علي سَردار جعفري- هندستان جو مشهور ترقي پسند شاعر)

هو سارو گولو ڌرتيءَ جو
جڏهن ڊاهن ٿا!
۽ پاڻُ ٺڏهن هو ساهِن ٿا
جنهن وقت وِروڌِي ڌُر پنهنجيءَ
کي ڳاهِن ٿا،
اِئن پاڻُ ڇنڊي هُو پنهنجو اُلڪو لاهِن ٿا،
هي هَٿ خدا کان وانجِهي ٿي
جنهن وقت دعا کان وانجِهي ٿي
ٿا ڪونہ ڪَڇن،
او شال، پَڇن!



آنءُ ميان تو
مارڪس مري ويو آهي،
آنءُ پڇان تو،
ڏُکَ ٿَري ويو آهي
ڇا زئمبيا ۽ تنزانيا مان؟
انگولا ۽ يوگنڊا مان؟
تين دنيا مان؟
اِن کي ڪيئن مِٽائيندا سين؟
هي ماٿهو جي پاهُ تين تا
تن ۾ نظم ورهائيندا سين؟
ڊاوا ڏِڏِ اِهي تصويرون
آنءُ ميان تو ماٽي سگهندا!
ها، پر هي جيڪي هڙپاتون
تن ڏي هيچ ٻ آٽي سگهندا؟
خوشبو، رَنگ ترنم پيارا
ڪونہ متائن تا غم سارا
بامبي جي بستين ڪان ڪَوتا
لُڙڪ اگهائي سگهندي آهي؟
بال تاڪري جي غُصّي جِي

باھ وِسائي سگھندي آھي؟
تون ڪِٿ آھين گانڌي! گانڌي!
ڪيڏو زور اَچي وئي آنڌي!
۽ مان پانڌي
ڇا ۾ پنھنجو پاڻ ڇُپايان؟
ڪارونيار تہ تَرٽو ناھي
تون ئي ڇَنُ ڪِئن پاڻُ بچايان؟
آگَ وسايان
جا چوڏاري وچڙي وئي آ؟
ڇا ڪا آنءُ حماقت ڪَئي آ
آخر مون کي ڇو مرٽو آ؟
ھي جو قرض صدين جو آھي
آخر ڪنھن ڪنھن کي ڀرٽو آ؟



چو پٽي مون کان لڪين ٿو؟ آنءُ ساڳيو ڪونہ آهيان!
ڳجّ جا ڳل سمنڊ تي ڪيڏو ڪُڏن ٿا
۽ اڳي وانگر لُڏن ٿا؛
پوءِ لهرون ڪلهہ جيان ساڳيون نہ آهن
چنڊ سان واڳيون نہ آهن؛
اڄ سُهائو پڪ ُ ناهي
پيار جو سو پڪّ ناهي
تون سَمائيندِي هُئينءَ جنهن ۾ اِئين
چنڊ آهي سمنڊ ساري ۾ سَمائيندو جئين،
لهر اُن کان آهہ ڪا وانجهي نہ ملندي!
مان اهو مانجهي، نہ ملندي
عمر جنهن کي هاڻِ پيهر ناوَ وانگر؛
ڪنهن پراٽي گهاوَ وانگر
تـو ڏسان توسان گذاريل زندگيءَ کي
چاندنيءَ سان چاوَ وانگر،
مُنهن انڌيري ۾ ڏسان تـو هر خوشيءَ کي
رات وانگر جا نہ رَهندي،
۽ اُجالي منجهہ ڪَهندي،

زندگاني خواب جئن لڳندي تڏهن،
آب ۾ مهتاب جئن لڳندي تڏهن،
دُور ڇو مونکان پيچين ٿي
ڇو ڪناري تان پيچين ٿي؟
ڇو پئي ڪِشتي ڏِڪين ڇو؟
آن ساڳو ڪونہ آهيان
ڇو پئي مون کان لڪين؟ ڇو؟
آنءُ ساڳو ڪونہ آهيان.



هي سَرءُ ڪيتري نہ پياري آ،
هي اُتر واءُ ۾ رهڳي چڻ چڻ
چڻ تہ طنبورُ ٿو ڪري ٽڻ ٽڻ
هي سُريلي پُڪار پَتَن جي
هيءَ پيلي اذارَ پَنَن جي!
ڪو مصوّر ڪري رَهيو آهي؟
چڻ تہ پَن پَن پکيڙڙو آهي!
شام ڪُجھ سرد ٿي وئي آهي
زندگي زرد ٿي وئي آهي،
وَڻ ڪُهارن جيان لڳن ٿا پيا
سِجَ جو پنڌ ڇا پُنو آهي؟
ڇا اجا ٻيو بہ پورهيو آهي؟
لِڱَ منهنجا ٿڪل لڳن ٿا پيا!
پَل رڙهن ٿا، اجا ٿڳن ٿا پيا،
دَر اجا ٻوٽيا نہ آهن مون،
آسَ آهي تہ نيٺ ايندينءَ تون
پر اکيون ٻُوٽبيون وَڃن هاڻي،
چَندَ جئن چو لِڪي وئي آهين
ٿِي اچي نند، رات ڪاري آ!



ڪيئن چئجي سُيان اُتان نہ اُتان
زندگيءَ جو نہ ڪٿ آ ڪوئي!
جام ۾ ڪا چُڪي رهي آهي؟
ائن لڳي ٿو تہ آ اهو خالي!
هاڻ بس الوداع مئخوارو!
هُونءَ آهي گهٽا تہ متوالي،
بوند برسي پئي هوائن مان
دل چوي ٿي تہ تہ رات ترسي پَئُہ،
وڏ ڦڙي جيئن اڄ تہ برسي پَئُہ!
زندگيءَ جي سِتار مان اگهہ جان
سُر سَندءِ آڱرين ڏسن ٿا پيا،
گيت جُهڙ مِينهن جئن اُچن ٿا پيا
جي ہہ ٿي ڏينهن تون وڏيڪ رهين
روح جي ريت تي وَليون هونديون
زندگي رنگ رَنگ گُل ٿيندي،
گيت ئي گيت سي گليون هونديون.
آنءُ هائو ڪَيان تہ ڪيئَن ڪيان
زندگيءَ جو نہ ڪٿ آ ڪوئي!

ڇوليون ٻوليون سمنڊ جون

شيخ اياز

مڪتبهء دانيال



مڪتبهء دانيال سنڌ جي ترقي پسند ادب پڙهندڙن ۾ نئون نالو ناهي. هن اداري اردو ۾ ترقي پسند ادب جي واڌاري ۾ جيڪو ڪردار ادا ڪيو آهي سو به ڪنهن کان لڪيل ناهي.

هاڻ مڪتبهء دانيال اها ضرورت محسوس ڪئي آهي ته سنڌي ٻوليءَ ۾ به ترقي پسند ادب جي واڌاري ۾ پنهنجو رول ادا ڪري، سو اسان سنڌي جي هن صدي جي وڏي شاعر شيخ اياز جي تازي شاعري جي ڪتاب ”ڇوليون ٻوليون سمنڊ جون“ سان شروعات ڪري فخر محسوس ڪري رهيا آهيون. اڳتي به اسين پنهنجي اداري جي معياري ادب ۽ معياري ڪتابن جي ساک کي برقرار رکندي سنڌي ۾ به معياري ڪتاب پيش ڪرڻ جو عزم رکون ٿا.

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ ڪان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ نادانيءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چـو، چاالاءِ ۽ ڪـيـنـئـن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَـنَ پَـنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)